# گهر وارا ۽ در وارا

ليکڪ

قاري ظهور احمد فيضي

سنڌيڪار مُنور ٻُٽ

# اللّٰهُمَّ هٰؤُلاءِ اَهْلُ بَيْتِيْ وَخَاصَتِيْ

## اي الله! هي منهنجا اهلبيت ۽ منهنجا خاص آهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# گَهر وارا ۽ در وارا

ليکڪ: قاري ظهوراحمد فيضي

سنڌيڪار: مُنوربُٺ

ڪتاب جو نالو: گهروارا ۽ در وارا
اردو ليکڪ: قاري ظهوراحمد فيضي
سنڌيڪار: مُنوربُٽ (0334 3181387)
ڇپائيندڙ: احمد رضا آگرو 03072688799
ڇاپو پهريون: رمضان 1444 هجري مطابق اپريل 2023ع
Rs.140/_

Gharwaara aen Darwaara (Sindhi)
Urdu By: Qaari Zahoor Ahmed Faizee
Translated from Urdu by: MUNAWAR BUTT
Published by: Ahmed Raza Agro
First Edition: Ramzaan 1444 Hijri – April, 2023 AD.

# انتساب اردو ڪتاب

”گھَروارا ۽ در وارا“ هي بهترين جملو منهنجي معلومات جي مطابق پاڪ ۽ هند ۾ سيني کان پهريان قطبِ گولڙه اعليٰ حضرت سيدنا پير مهرعلي شاهہ رحمت الله عليہ جي لختِ جگر حضرت علامہ پير سيد نصيرالدين ”نصير“ رحمت الله عليہ جي زبان مان ٻڌو ويو. انهيءَ ڪري ليڪ جي نظر ۾ هن ڪتابڙي جو انتساب انهن جي نالي ڪرڻ سيني کان وڌيڪ مناسب آهي. توڙي جو مونکي پيرصاحب رحمت الله عليہ جي زندگيءَ ۾ انهن سان ملاقات جو شرف حاصل ٿي نہ سگهيو ۽ منهنجو ڪتاب ”شرح خصائص علي عليہ السلام“ بہ انهن جي وفات کان پوءِ ڇپجي پڌرو ٿيو. جيئن تہ ”شرح خصائص علي عليہ السلام“ ڪتاب 2010ع ۾ ڇپيو هو ۽ پيرصاحب جي وفات جو سال 2009ع آهي. تڏهن بہ اميد آهي تہ مون گناهگار جي روح کي انهن جي مبارڪ روح سان ملاقات جو شرف حاصل ٿي ويندو ۽اِهي هن انتساب کان خوش ٿي ويندا ۽ انهن جي خوشي انهن جي ابن ڏاڏن جي خوشنوديءَ جو سبب ٿي ويندي ۽ انهي بهاني منهنجي آخرت سنوارجي ويندي.

ظهوراحمد فيضي.

# سنڌي ترجمي جو انتساب

مان هي سنڌي ترجمو ”گھر وارن“ جي انهن غلام ”در وارن“ جي نالي ڪريان، جن پوري خلوص ۽ ايماني جذبي سان ”گھر وارن“ جي غلامي ڏني ۽ ”گھر وارن“ جي دشمنن جا هر ظلم ۽ زيادتيون صبر ۽ دليريءَ سان برداشت ڪندي ڪڏهن بہ ”در“ ڪان منهن نہ موڙيو، بلڪ شهادت جو جام نوش ڪري آخرت تائين سرخرو ٿي ويا.

مُنورڀُٽ

# پنهنجي پاران

سائين سيد مهدي شاهہ صاحب، ڳوٺ لونگاٽي لڳ ڊکڻ، ڳڙهي ياسين جڏهن علامہ ظهوراحمد صاحب جي اردو ڪتاب "خلافۃ الباطنیہ" جو سنڌي ۾ ترجمو ڪرڻ جو مشورو ڏنو هو تہ مون اهو ڪتاب حيدرآباد جي ڪتاب گهرن تان خريد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، پر ڪونہ مليو هو. ان ڪان پوءِ سائين سيد علي اشرف شاهہ صاحب سان نيازمندي هجڻ ڪري سندن آفيس ۾ ملاقات ۽ ڪچهري ڪئي. اتي ڳالهين دوران سائين فرمايو تہ گهربل ڪتاب سندن وٽ موجود آهي. سائين مهرباني فرمائي اهو ڪتاب ڏنو جنهن جو ترجمو ڪرڻ جو شرف حاصل ٿيو.

سائين اشرف شاهہ صاحب مٿي ذڪر ڪيل ڪتاب ڏيڻ سان گڏ اهو بہ فرمايو تہ ساڳئي مانواري ليکڪ جو هڪڙو ٻيو بہ ڏاڍو سٺو ڪتاب سندن ڪتابن جي ذخيري ۾ موجود آهي، جيڪو مختصر هجڻ باوجود جامع ۽ وڏي ڄاڻ مهيا ڪندڙ ڪتاب آهي. يعني "گھر والے اور در والے" نالي اردو ڪتاب. سائين همت افزائي ڪندي اهو بہ فرمايو تہ جيڪڏهن توهان هي ڪتاب بہ سنڌي ۾ ترجمو ڪري سنڌي پڙهندڙن جي هٿن تائين پهچايو تہ يقينن پنجتن عليهم السلام جي بارگاهہ ۾ توهان جي لاءِ مقبوليت جا درجا اچا وڏيڪ ٿي ويندا.

پنجتن پاڪ سان عقيدت ۽ محبت واري پنهنجي جذبي واري عادت پٽاندڙ اهڙي تمام سٺي ڪتاب کي ترجمو ڪري سنڌي پائرن جي هٿن تائين پهچائڻ جو شرف حاصل ٿيو آهي. ڏٽيءَ در دعا آهي تہ منهنجي پورهيي کي قبوليت جو شرف بخشي ۽ پڙهندڙن کي اصل مالڪن جي حق کي سڃاڻڻ جي توفيق عطا فرمائي تہ ٻنهي جهانن ۾ بيڙا پار.

مُنورپُٽ

## پورهيو سندو پورهيتن والي ڪِيمَ وِچاءِ

قرآن، حديث ۽ اسلامي تواريخ جي روشنيءَ ۾ نبي سردار صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن کان پوءِ افضل ڪير آهي...؟ واري سوال جو چِٽو ۽ دليل وارو جواب موجود رهندو پئي آيو آهي. اصحابن سڳورن توڙي انهن بعد پيدا ٿيل صالح مسلمانن، اوليائن ۽ غيرجانبدار عالمن دعوتِ ذوالعشيره کان وٺي، (نبي ڪريم ﷺ جي ظاهري حياتيءَ کان پوءِ) غسل، ڪفن ڏيڻ، دفن ڪرڻ تائين پنهنجي پاڻ، آقا ۽ الله لاشريڪ جي رسول ﷺ جي اطاعت جو حق احسن طريقي سان نڀائڻ، عطا ٿيل علم جو حق نڀائڻ، زهد، صبر، سخاوت، شجاعت، عدل، عقل، فهم، قرباني سبب مولا علي عليہ السلام جي عظيم هستيءَ آڏو تعظيم ۾ مجتا طور سيني پنهنجو سر تسليمِ خم پئي ڪيو آهي. سڀ دليل ڇڏي بہ ڏجن تہ الله احد ۽ الله جي رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جو "محبوب" هجڻ واري فضيلت ئي جناب ابوطالب عليہ السلام جي هن فرزند جي افضليت لاءِ ڪافي آهي. ڀلا هن کان سواءِ ڪير آهي؟ جنهن جي گهرواري "سيدة النساءِ العالمين" هجي ۽ فرزند "سيد الشباب اهل الجنت" هجن. جيڪو پاڻ "ڪل ايمان" ۽ "نبيءَ جي عِلمِ جو دروازو" هجي. پر ڪجھ اقتدار پسند ذهنن پاران سندن مفادن جي پورائي لاءِ ڪيل معرڪا آراين سبب ڪلمہ گو پائرن جي "هڪ ڌر" هرويرو جا عذر گهَڙي غيرضروري بحث ڇيڙي سدائين پنهنجي ڪُٺَل قسمت جو اظهار پئي ڪيو آهي.

هڪ پاسي لاريب قرآن اهلِ بيت عليهم السلام جي شان کي اجاگر ڪرڻ خاطر تطهير، مباهلا، مودت وغيره جي آيتن جون سَنَدُون پيش ڪيون آهن ۽ نبي سردار صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن کين پاڻ سان گڏ درود ۽ سلام ۾ شامل رکي ڇڏيو آهي. پر افسوس تہ هڪڙي پاسي نبي مولا صلي الله عليہ وآلہ وسلم اهلِ بيت عليهم السلام جي اڳواڻ مولا علي عليہ السلام جن جي محبت مومنن مٿان لازم ڪرڻ فرمائي تہ ٻئي پاسي اقتدار پرست ڌرين ساڻن جنگ ڪرڻ ۽ کين شهيد ڪرڻ کان بہ ناهي ڪيٻايو. اهوئي سبب آهي تہ اهڙن ماڻهن جي باقيات هر دؤر ۾ مختلف رنگن ۽ ڍنگن سان پنهنجو نفاق پئي ظاهر ڪيو آهي. منهنجي سمجهہ مطابق هيءُ ”اهلِ بيت“ ۽ ”اصحاب“ منجهان افضل ڪير وارو بحث بہ اوائلي دؤر کان انهن ئي تقدير ڪُٺلن پاران هٿ سان پيدا ڪيل آهي، جنهن جي مقابلي لاءِ سنتِ ابوذر، سلمان، مقداد و ميثم (رضوان الله عليهم) تي هلندي هر دؤر جا حق پرست عالم، اولياء، عارف، صالح مسلمان، پنهنجو سِر تريءَ تي رکي، پيرِ جهلي ثابت قدميءَ سان مقابلو ڪندا رهيا آهن.

اردو ٻوليءَ ۾ لکيل هيءُ مختصر مگر جامع ڪتاب نالي ”گھر والے اور در والے“پڻ اهڙي ئي حق گوئيءَ جو نعرو سمجهہ ۾ اچي ٿو. جيڪو هلندڙ دؤر جي ناليواري عالم قاري ظهور احمد فيضي صاحب جن پاران سرِ عام هنيو ويو آهي؛ جنهن کي وري ڏاڍي محبت ۽ محنت سان پنجتن پاڪ جي محب منور علي ٻٽ (مُنورٻُٽ) صاحب ”گهر وارا ۽ در وارا“ جي نالي سان ترجمو ڪري، سنڌي ٻوليءَ جو ويس ڍُئي جڻ تہ فيضي صاحب پاران هنيل نعري جو ٻئي هٿ بلند ڪري مڪمل جوش ۽ جذبي سان

ڀرپور حمايت ڪرڻ جو اعلان ڪري، پنهنجي بابي جو رت ۽ امڙ جي ٿڃ ملهائي آهي.

اٽڪل ٻاويهہ ڪتابن جي سنڌيڪار (جنهن ۾ سواءِ هڪ ٻن ڪتابن جي باقي سمورن ڪتابن جو موضوع گفتگو رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ سندن آلِ اطهار جن جون بابرڪات شخصيتون ۽ باڪمال ڪردار ئي آهي) مُنورڀٽ صاحب جي قلمي پورهيي سان تہ گهڻي وقت سان واسطو رهيو اٿم جڏهن تہ ساڻن ذاتي طور ميل ملاقاتن ۽ سلام دعا کي ڪو ٿورڙو وقت مس ٿيو هوندو. مون ڏٺو تہ پاڻ سنڌي ٻوليءَ ۾ جيترو سليس ۽ سگهارو ترجمو ڪري، پڙهندڙن کي عشقِ رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ اهلبيت عليهم السلام جي وجدان جو ونڊ ڪرائين ٿا، اوتري سندن ذاتي شخصيت ۽ ڪچهري بہ موهيندڙ ۽ اتساهيندڙ آهي جو ساڻن گڏ گهاريل گهڙيون هميشهہ سڪڻ ۽ ڪجهہ نہ ڪجهہ نئون سمجهڻ جو موقعو آڇين ٿيون.

اوهان جي هٿن ۾ جهليل هيءُ ڪتاب بہ مُنور ڀُٽ صاحب جي ٻين ترجمو ڪري پڌرا ڪرايل ڪتابن جيان هڪ شاهڪار ۽ قيمتي آهي. ترجمو نهايت ئي اعليٰ ۽ عام فهم هئڻ ڪري، ڪتاب هميشہ وانگر جڻ تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ ئي لکيل ڀانئجي ٿو. جو پڙهڻ شروع ڪرڻ بعد پڙهندڙ کي قابو جهلي هڪ ئي ويهڪ ۾ پڙهي پورو ڪرڻ تي اُتساهي ٿو. ساڳئي وقت گفتگو دوران دليل طور ڪتب آندل قراني آيتون ۽ حديثون بہ اهڙي تہ سهڻي نموني سان پيش ڪيل آهن جو هڪ غيرجانبدار پڙهندڙ ذهني طور ليکڪ ۽ مترجم سان سهمت

ٽيندو اڳتي وڌندو رهي ٿو. البت، ضد ۽ هٺ ڌرميءَ جو تہ ڪو علاج ئي ڪونهي.

منهنجي نظر ۾ مُنوربُٽ صاحب پاران پيش ڪيل هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇپجندڙ اسلامي ادب ۾ هڪ ننڍو ڪتاب هئڻ جي باوجود پنهنجي موضوع، مواد، اسلوب ۽ پلوڙ ترجمي سبب وڏي اهميت رکي ٿو.

پنجتن پاڪ جي ڪريم رب جي بارگاھہ ۾ دعاڳو آهيان تہ شال رب ڪريم مُنور ٻٽ کي تندرستي ۽ صحت سان گڏ ڊگهي ڄمار ڏئي، دنيا توڙي آخرت ۾ عافيت ۽ پنجتن پاڪ عليهم السلام جي شفاعت عطا فرمائي ۽ سندن علمي ۽ قلمي سگهہ کي ائين ئي سلامت رکي جيئن پاڻ سدائين وانگر اڳتي پڻ سنڌي ٻولي ۽ ادب جي خدمت ڪندا رهن. آمين.

علي اشرف ڦَڪائي.

# ٻه اکر ــ محبت جا

”گهر وارا ۽ دَر وارا“ جناب مُنورِبُٹ جو نئون ترجمو ٿيل ڪتاب آهي. ڪتاب جو اصل ليکڪ قاري ظهوراحمد فيضي آهي. موضوع جي مناسبت سان هي نهايت اهم ڪتاب آهي ۽ مطالعو ڪرڻ سان نه رڳو معلومات ۾ واڌارو ٿئي ٿو. پر آلِ رسول ﷺ يعني ”گهر وارن“ سان محبت جو جذبو سمنڊ بڻجي ڇوليون هڻڻ لڳي ٿو. ان سان گڏ اهو پڻ معلوم ٿئي ٿو ته ”در وارا“ اصحاب سڳورا ”گهر وارن“ يعني آلِ رسول ﷺ جي ڪيتري ته عزت ۽ احترام ڪندا هئا.

اسلام جي اچڻ سان نسلي، قومي ۽ قبيلائي تڪبر ۽ وڏائي ڌوڙ ۾ ملي ويا: ۽ تقويٰ ۽ ايمان ئي وڏائي ۽ معتبري جو ۽ الله وٽ پسنديدگيءَ جو ذريعو بڻيا. تڏهن ته پاڻ سڳورن فرمايو ته ڪنهن عربي کي عجمي تي سواءِ تقويٰ جي فوقيت ڪونهي.

جناب مُنوربُٹ هن کان اڳ سيرتِ رسول ﷺ ۽ سيرتِ آلِ رسول ﷺ تي ڪيترن ئي اهم ڪتابن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. جنهن سان نه رڳو سنڌي ٻوليءَ ۾ ديني ادب جو واڌارو ٿيو آهي، پر پنهنجي ٻولي ۾ انهن ڪتابن پڙهڻ سان پڙهندڙ دوستن

ڪي گھر ويٺي عِلم جا ڀنڊار مليا آهن ۽ انهن جي عِلم ۾ واڌارو ٿيو آهي.

منهنجي دعا آهي تہ الله تعاليٰ جناب مُنور ٻُٽ جو هي قلمي ۽ علمي پورهيو قبول ڪري ۽ کيس صحت ۽ درازي عمر عطا ڪري، جيئن پاڻ ههڙا علمي ۽ ديني ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ۽ تدوين ڪندو رهي.

نيڪ خواهشن سان

يوسف هاشمي

# مُنڍ

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ العَالَمِيْنَ وَالصَّلاۃُ وَالسَّلامُ عَلیٰ مُحَمَّدٍ سَيِّدِالاَنْبِيَاءِ وَالْمُرْسَلِيْنَ وَعَلیٰ آلِهِ الطَّيِّبِيْنَ الطَّاهِرِيْنَ الْمُطَهِّرِيْنَ وَاَصْحَابِهِ الْمُخْلَصِيْنَ وَمَنْ تَبِعَهُمْ بِاِحْسَانٍ اِلیٰ يَوْمِ الدِّيْنِ .

جڏهن لفظ اندر ۽ ٻاهر، داخل ۽ خارج، اندريان ۽ ٻاهريان ڳالهايو وڃي ٿو تہ ذهن ۾ هڪدم هڪڙي حد واري لڪير جو تصور اچي ٿو ۽ ان حد واري لڪير کي باب، دروازو ۽ در چوندا آهن. دروازي جي اندر طرف گهر هوندو آهي ۽ دروازي کان ٻُنتي کي ٻاهر چوندا آهن. لفظ گهر مالڪي ۽ ملڪيت جي مطلب ۾ بہ هوندو آهي. تنهنڪري رضا بريلوي رحہ فرمايو آهي:

ہوتے کہاں خلیل، وبنا کعبہ ومنیٰ
لولاک والے! صاحبی سب تیرے گھر کی ہے
ماں دونوں بھائی بیٹے بھتیجے عزیز دوست
سب تجھ کو سونپے ملک ہی سب تیرے گھر کی ہے۔

ڪجھ غور ڪيو! پهرين شعر جي ٻي مصرع ۾ لفظ "صاحبي" سان گڏ لفظ "گهر" ملڪيت تي دلالت ڪري رهيو آهي، ٻئي شعر جي ٻي مصرع ۾ لفظ "مِلڪ" سان گڏ لفظ "گهر" تہ هن مفهوم کي وڌيڪ چِٽو ڪري رهيو آهي. انهيءَ حقيقت کي نظر ۾ رکندي شيخين حضرات (حضرت ابوبڪر رضہ ۽ حضرت عمر رضہ) کي حسنين ڪريمين عليهم السلام فرمايو هو تہ اسان جي منبر تان هيٺ لهو ۽ پنهنجي پيءُ جي منبر تي هليا وڃو. اهو واقعو اڳتي حوالي طور ايندو.

لفظ ”گهر“ جي اُبتڙ لفظ ”در“ ڪجهہ پري هجڻ واري حالت سان گڏوگڏ بئي تي پاڙڻ واري حالت تي دلالت ڪري ٿو. تنهنڪري رضا بريلويؒ فرمائي ٿو:

مجرم بلائے آئے ہیں جاؤک ہے گواہ
پھر رد ہو کب یہ شان کریموں کے در کی ہے۔

پهرين مصرع ۾ لفظ ”مجرم“ ۽ ٻي مصرع ۾ لفظ ”در“ جي استعمال ۾ غور ڪيو وڃي تہ ٻئي تي پاڙڻ جي معنيٰ پڌري ٿي وڃي ٿي. لفظ ”در“ ڪي انهيءَ مفهوم ۾ رضا بريلويؒ هڪڙي ٻي جاءِ تي هيئن ادا ڪيو آهي:

اغنیا پلتے ہیں در سے، وہ ہے باڑہ تیرا
اصفیا چلتے ہیں سر سے وہ ہے رستا تیرا۔

باڙا جي معنيٰ آهي خيرات. جيڪڏهن ان ڪي لفظ ”در“ سان ملائي غور ڪيو تہ ٻئي تي پاڙڻ جو مفهوم پڌرو ٿي وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح هيٺئين شعر ۾ بہ بہ پيرا لفظ ”در“ ان ئي معنيٰ جي خبر ڏئي ٿو:

تجھ سے در، در سے سگ، اور سگ سے ہے مجھ کو نسبت
میری گردن میں بھی ہے دُور کا ڈورا تیرا۔

سو جيئن در ڪان اندر ۽ در ڪان ٻاهر ۾ فرق تسليم ٿيل آهي، اهڙيءَ طرح در جي اندر وارن ۽ در جي ٻاهر وارن ۾ بہ فرق مڃيل آهي. تنهنڪري مشاهدو شاهد آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن کي ڪعبہ جي در يا روضي پاڪ جي در مان اندر وڃڻ جو موقعو ملي وڃي تہ اهو ان ماڻهوءَ جي مقابلي ۾ خوش نصيب سمجهيو ويندو آهي جنهن کي اها سعادت نصيب نہ ٿي هجي. تنهنڪري جيئن اهو فرق مڃيل ۽ عقل جوڳو آهي تہ پوءِ ”گهر وارن ۽ در وارن“ جي وچ ۾ درجن ۽ مرتبن جو فرق مڃڻ جهڙو ۽ عقل جوڳو ڪيئن نہ هوندو؟ پر اَللّٰهُ يَهْدِيْ مَنْ يَّشَآءُ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ يعني ”جنهن کي الله گُهرندو آهي ان کي سڌي واٽ ڏانهن هدايت ڪندو آهي.“

# گَهر وارا ۽ در وارا

هڪڙي عرصي کان پاڪ ۽ هند جي اهل ايمان وٽ هي جملو "گهر وارا ۽ در وارا" محاوري جي شڪل اختيار ڪري چڪو آهي. هن جملي جي پهرين حصي "گهر وارا" مان انهن جي مراد اهلبيت عليهم السلام آهن ۽ ٻئي حصي "در وارا" مان اصحابي سڳورا مراد آهن. اصل ۾ انهن محبت ڪرڻ وارن جو اهو مطلب آهي ته اهلبيت ۽ غيراهلبيت برابر ڪونه آهن ۽ اهي ان مفهوم کي مٿيَن لفظن ۾ بيان ڪندا آهن. هن جملي کان ڪجهه ماڻهن کي تڪليف ٿئي ٿي ۽ ڪجهه ماڻهن جي ته اها چِڙ بڻجي وئي آهي ۽ انهن ساڙ مان ائين چوڻ شروع ڪري ڇڏيو آهي ته "اها رافضيت آهي، جهالت آهي، ضلالت آهي، بغض آهي ۽ بيوقوفي آهي". گهٽ ۾ گهٽ ايترو ته غور ڪيو وڃي ها ته جن کي "در وارا" چيو وڃي ٿو ته آخر اِهي ڪهڙي در جا "در وارا" آهن؟ ظاهر آهي ته اهي دربارِ رسالت ۽ ڪاشانئہ نبوت جي "در وارا" آهن. اسان ڏسون ٿا ته وڏن بزرگن ۽ ڪنهن اداري جي سربراهن جا "گهر وارا" توڙي جو بي عِلم ۽ نااهل هجن تڏهن بہ انهن کي پڙهيل لکيل مريدن ۽ اداري ۾ ڪم ڪندڙ آفيسرن ۽ عملي تي فوقيت ڏني ويندي آهي. اها برتري ديني، دنياوي ۽ سياسي، مطلب تہ زندگيءَ جي سڀني شعبن ۾ ايتري قدر پڌري آهي جو سادي کان سادي ۽ اڀوجهہ ماڻهوءَ کي بہ نظر اچي وڃي ٿي. سو جڏهن اسان جي معاشري ۾ "نااهل گهر وارن" کي "اهل در وارن" تي هر جاءِ تي برتري ڏني وڃي ٿي تہ پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي انهن "گهر وارن" کي فوقيت ڏيڻ تي، جيڪي هر لحاظ کان اهل، لائق، فائق، اعليٰ ۽ برتر هئا، ڪنهن کي تڪليف ڇو ٿي ٿئي. حيرت

ٿئي ٿي تہ الله تعاليٰ جنهن گهراڻي جي چئن پنجن سالن جي معصوم ٻارڙن کي جنت جي سرداريءَ لاءِ اهل، لائق ۽ فائق ڄاتو تہ ڪجھ ماڻهو ان ئي گهراڻي جي هستين کي ”در وارن“ کان برتر چوڻ تي ناراض ٿي وڃن ٿا. ان جو مطلب تہ اهو آهي تہ اهڙا ماڻهو الله جي فيصلي تي راضي ڪونهن.

# گَھر وارا افضل يا در وارا؟

بهرحال، ايمان وارا هن مختصر جملي کي اهلبيت (”گهر وارن“) جي اصحابن (”در وارن“) تي افضليت جي ارادي سان استعمال ڪندا آهن ۽ جيڪي ماڻهو چڙي وڃن ٿا، سي فقط ان ڪري چڙن ٿا تہ اهو مختصر جملو جتي پنهنجي اندر معنيٰ جو سمنڊ سمايون پيو آهي اتي ايڏو آسمان آهي جو مون جهڙي عام ۽ اڻوجهہ ماڻهوءَ تي بہ معنوي اثر ڇڏي وڃي ٿو. توڙي جو ٻوليءَ جي لحاظ کان ڪجھ ماڻهن کي اها نئين ايجاد محسوس ٿئي ٿي، پر حقيقت ۾ اها ڳالھ قرآن ۽ سنت مان ثابت آهي تہ ”گهر وارن“ تي ”در وارن“ کي قياس نٿو ڪري سگهجي.

اچو! اسان توهان جي سامهون هن جملي ”گهر وارا ۽ در وارا“ جي حقيقت قرآن، حديث ۽ اهل سنت جي عالمن جي قولن جي روشنيءَ ۾ بيان ڪيون ٿا. امام احمد بن حنبل رحمت الله عليہ جي پُٽ عبدالله بن احمد بن حنبل بيان ڪيو آهي:

”سَاَلْتُ اَبِيْ، قُلْتُ : مَنْ اَفْضَلُ النَّاسِ بَعْدَ رَسُوْلِ اللّٰهِ ﷺ ؟ قَالَ : اَبُوْبَكْرٍ. قُلْتُ : يَا اَبَتِ ثُمَّ مَنْ ؟ قَالَ : عُمَرُ. قُلْتُ : يَا اَبَتِ ثُمَّ مَنْ ؟ قَالَ : عُثْمَانُ . قُلْتُ : يَا اَبَتِ فَعَلِيٌّ ؟ قَالَ : يَا بُنَيَّ عَلِيٌّ مِنْ اَهْلِ بَيْتٍ لاَ يُقَاسُ بِهِمْ اَحَدٌ .“

يعني ”مون پنهنجي بابي کان سوال ڪندي عرض ڪيو: رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان پوءِ سڀني ماڻهن مان ڪير افضل آهي؟ فرمايائين: ابوبڪر رضہ. مون عرض ڪيو: بابا سائين، پوءِ ڪير؟

فرمايائين: عمر رضہ. مون عرض ڪيو: بابا سائين, پوءِ ڪير؟ فرمايائين: عثمان رضہ. مون عرض ڪيو تہ علي (عليہ السلام)؟ فرمايائين: پُٽ! علي (عليہ السلام) اهلبيت (گهر وارن) مان آهي ان تي ڪنهن کي بہ قياس نٿو ڪري سگهجي." (ڏسو جامع العلوم: امام احمد ج 4 ص 347; مناقب امام احمد بن حنبل: ابن جوزي ص 212).

# امام احمد بن حنبل رحہ جي موقف جي پهرين حصي تي بحث

امام احمد بن حنبل رحمت الله عليہ جي موقف جو پهريون حصو "ثُمَّ مَنْ ؟ قَالَ: عُثْمَانُ" تائين جيڪڏهن ترتيب خلافت جي مطابق هجي ها تہ سمجهڻ جي قابل هجي ها پر جيئن تہ اها ترتيب افضليت جي مطابق آهي, انهيءَ ڪري اهو حصو اسان جي سمجھ کان مٿي آهي, ڇو؟ انهيءَ ڪري جو قرآن شريف ۾ واضح طور آيو آهي:

"وَالسّٰبِقُوْنَ السّٰبِقُوْنَ ﴿۱۰﴾ اُولٰٓئِكَ الْمُقَرَّبُوْنَ ﴿۱۱﴾" (سورت واقعة) معنيٰ: ۽ ڇڱاين ۾ اڳرائي ڪندڙ اڳرا هوندا ﴿۱۰﴾ اهي ئي الله کي زور ويجها هوندا ﴿۱۱﴾.

هڪڙي ٻي جاءِ تي ارشاد باري تعاليٰ آهي:

"وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا بِاللّٰهِ وَرُسُلِهٖٓ اُولٰٓئِكَ هُمُ الصِّدِّيْقُوْنَ" (سورت الحديد آيت 19) معنيٰ: ۽ جن الله ۽ ان جي رسولن تي ايمان آندو آهي اهي ئي پنهنجي رب وٽ سچا آهن.

سو جنهن کي ايمان ۽ تصديق ۾ اڳڀرائي حاصل هجي تہ اهو صديقيت ۾ پاڻ کان بعد واري کان افضل هوندو آهي ۽ اهو پهريون بعد واري جي مقابلي ۾ وڏو صديق هوندو آهي. سو جيئن تہ حضرت عثمان رضي الله عنہ کي حضرت عمر رضي الله عنہ کان تقريبن پنج سال اڳ ايمان آڻڻ جي اڳڀرائي ۽ تصديقِ نبوي ﷺ جي سعادت نصيب ٿي

چڪي هئي ۽ اهو چمار ۾ بہ حضرت عمر رضي الله عنہ کان تقريبن چوڏهن پندرهن سال وڏو هو. تنهنڪري ان تي عمر رضي الله عنہ کي فضيلت ڏيڻ ان جي پنج سال اڳ ايمان آڻڻ واري اڳڀرائي کي ۽ ان جي گهٽين عبادتن جي ثواب کي نظرانداز ڪرڻ جي برابر آهي. جيئن تہ اها ڳالهہ قرآن ۽ سنت جي ظاهر جي خلاف آهي، ان ڪري اسان جي سمجهہ کان مٿي آهي. وري جيئن تہ حضرت عثمان رضي الله عنہ غني ۽ سخي بہ هو تنهنڪري جيڪڏهن مڪي زندگيءَ ۾ جهاد نہ هيو تہ مسلمانن تي خرچ ۽ مدد تہ ڪندو هوندو، ان لحاظ کان بہ ان تي حضرت عمر رضي الله عنہ کي فضيلت ڏيڻ "لَا يَسْتَوِىْ مِنْكُمْ مَّنْ اَنْفَقَ مِنْ قَبْلِ الْفَتْحِ" معنيٰ: توهان مان ڪوبہ ان جي برابر نہ آهي جنهن مڪي جي فتح کان اڳ ۾ خرچ ڪيو (سورت الحديد آيت 10) جي خلاف آهي. پاڻ سوچيو تہ هڪڙي طرف جيڪي پنج سال حضرت عمر رضي الله عنہ ڪفر ۾ گذاري رهيو هو تہ ٻئي طرف اهي ئي پنج سال حضرت عثمان رضي الله عنہ اسلام ۾ گذاري رهيو هو. ان صورتحال ۾ تہ حضرت عمر رضي الله عنہ ۽ حضرت عثمان رضي الله عنہ کي فضيلت ۾ هڪجيترو قرار ڏيڻ بہ قرآن شريف جي خلاف آهي، ڪهڙي ڳالهہ جو پنج سال دير سان اسلام قبول ڪرڻ واري حضرت عمر رضي الله عنہ کي ان کان افضل چيو وڃي.

ٺيڪ، حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ تي مولىٰ علي عليہ السلام جي ايماني اڳڀرائي کي تہ ان جي ننڍپڻ جي ٻَل چاڙهيو وڃي ٿو ۽ مولىٰ علي عليہ السلام کي ايمان ۽ نماز ۾ اڳڀرائي هجڻ جي باوجود صديق اصغر لکيو وڃي ٿو توڙي جو سنن ابن ماجہ وغيره ۾ حضرت علي عليہ السلام جي صديق اڪبر هجڻ جي پڌرائي آيل آهي، پر حضرت عثمان رضي الله عنہ تہ ٻار ڪونہ هئا ، اهي تہ حضرت عمر رضي الله عنہ کان تقريبن پندرهن سال وڏا هئا، چوتہ انهن کي جڏهن ايمان جي سعادت نصيب ٿي هئي تہ اهي تقريبن چوٽيهن سالن جا هيا، تہ ان تي چو حضرت عمر رضي الله عنہ کي فضيلت ڏني وڃي ٿي؟ آخر ڪتاب ۽ سنت جي ظاهر جي خلاف وڃڻ جي ضرورت ڇو پيش آئي؟

ها، جيڪڏهن انهن ٻنهي بزرگن جي ايمان ۽ اعمال ۾ خوبي ۽ مقدار جو معاملو هجي تہ پوءِ ڏٺو ويندو تہ افضليت واري قول جي ان ترتيب جو تعلق انهن ٻنهي جي خلافت سنڀالڻ کان اڳ سان آهي يا بعد سان؟ جيڪڏهن ان افضليت جو تعلق پهريان کان چيو وڃي تہ پوءِ ان تي نقل جي ضرورت آهي ۽ جيڪڏهن بعد سان جوڙيو وڃي تہ پوءِ اهو نظريو باطل ٿي ويندو تہ اصحابن سڀني افضليت جي ترتيب جي مطابق خلافت جي ترتيب جو بنياد رکيو هو. هتي اچا گهڻو ڪجهہ چوڻ لاءِ آهي، پر ڪڏهن بعد ۾.

# امام احمد رحمت الله عليہ جي ٻئي حصي تي اتفاق

امام احمد رحمت الله عليہ جي موقف جو ٻيو حصو هي آهي: "يَابُنَيَّ عَلِيٌّ مِنْ اَهْلِ بَيْتٍ لاَ يُقَاسُ بِهِمْ اَحَدٌ" يعني "پُٽ! علي (عليہ السلام) اهلبيت (گهروارن) مان آهي، ان تي ڪنهن کي گمان نٿو ڪري سگهجي."

اهو جملو چٽو ۽ واضح آهي، انهيءَ ڪري جو ان ۾ الله جي فضل ڏانهن اشارو آهي ۽ الله تعاليٰ پنهنجي فضل سان جنهن کي گهرندو آهي نوازيندو آهي. جيئن سيدالعالمين ﷺ جي اُمت کي ٻين امتن تي فضيلت بخشي آهي. ان موجب هڪڙي حديث قدسي ۾ هن امت جي فضيلت ۾ ٽن مزدورن جو مثال پيش ڪيو ويو آهي. يهودي، عيسائي ۽ محمدي. يهودي صبح کان منجهند تائين ڪم ڪيو، عيسائي منجهند کان شام تائين ۽ محمدي شام کان سج لٿي تائين ڪم ڪيو. جنهن موجب پهرين ست ڪلاڪ، ٻئي چار ۽ ٽئين ڏيڍ ڪلاڪ ڪم ڪيو. پهرين ٻن کي هڪ هڪ قيراط مزدوري ڏني وئي ۽ ٽئين کي ٻہ قيراط نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو:

"فَغَضِبَتِ الْيَهُوْدُ وَالنَّصَارىٰ، فَقَالُوا: نَحْنُ اَكْثَرُ عَمَلاً وَاَقَلُّ عَطَاءً، قَالَ اللهُ: هَلْ ظَلَمْتُكُمْ مِنْ حَقِّكُمْ شَيْئًا؟ قَالُوْا لاَ، قَالَ: فَاِنَّهُ فَضْلِيْ اُعْطِيْهِ مَنْ شِئْتُ"

يعني "ان تي يهودي ۽ نصارو ڪاوڙ ۾ پرجي چوڻ لڳا: اسان جو ڪم وڌيڪ آهي ۽ مزدوري گهٽ. الله تعاليٰ فرمايو: ڇا مون توهان جي حق مان ڪجهه گهٽ ڪيو آهي؟ انهن چيو: نه. فرمايو ويو: پوءِ هي منهنجو فضل آهي مان جنهن کي گهران عطا ڪندو آهيان." (ڏسو بخاري، ڪتاب احاديث الانبياء، باب 50، 51 ص 473 حديث 3459).

ان ٽئين شخص کي جيڪڏهن قيراط جو اڌ حصو يعني پنجاهه پئسه به ڏنا وڃن ها ته پوءِ به پهرين ٻنهي مزدورن کان ان جي مزدوري وڌيڪ هجي ها. اها آهي محمدي جي ٻين امتن تي برتري. مگر ياد رکو ته بيشڪ ان کي وڌيڪ ڏنو ويو آهي پر ڏنو تڏهن جڏهن ان پنهنجو ڪم پورو ڪيو. مطلب ته محمدي شخص تي الله تعاليٰ جو فضل مهرباني ۽ مزدوري آهي. پر هن ئي امت ۾ هڪڙو گهراڻو اهڙو به آهي جنهن کي ڪجهه ڪرڻ کان اڳ ٻيٽو يا ٽيٽو اجورو ڏنو ويو آهي، بلڪ سڀ ڪجهه جو مالڪ بڻائي ڇڏيو. دنيا، آخرت، حوض ڪوثر ۽ جنت جي سرداري سڀ ڪجهه انهن جو. انهيءَ ڪري امام احمد رحمت الله عليه جي موقف جو ٻيو حصو نه صرف اهو ته چٽو ۽ واضح آهي بلڪ ڪتاب ۽ سنت جي مطابق آهي ته اهلبيت تي ڪنهن کي به گمان نه ڪيو وڃي. ان حقيقت کي شيخ اڪبر رحمت الله عليه هيٺين بيان ڪيو آهي:

فَلا تَعْدِلُ بِاَهْلِ الْبَيْتِ فَاَهْلُ الْبَيْتِ هُمْ اَهْلُ السِّيَادَةِ

يعني "توهان اهلبيت (گهر وارن) جي برابر ڪنهن به مخلوق کي نه سمجهو گهر وارا ئي سرداري وارا آهن." (ڏسو فتوحات المڪيه ج 7 ص 255 ۽ 256 وط: ج 7 ص 205).

## "لَا يُقَاسُ بِهِمْ اَحَدٌ" جون وڌيڪ شاهديون

امام احمد رحمت الله عليه جيڪو فرمايو آهي سو گهڻين حديثن ۾ بلڪل ائين ئي آيو آهي. تنهنڪري حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان بيان ٿيل آهي ته هڪڙي شخص ان کان حضرت عثمان رضي

الله عنہ جي باري ۾ معلوم ڪيو تہ هن ان جي باري ۾ تفصيل سان جواب ڏنو ۽ ڪجھ شڪ شبها دور ڪيا. پر جڏهن سواليءَ حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام جي باري ۾ پڇيو تہ ان هيٺين مختصر جواب ڏنو:

"لَا تَسْأَلْ عَنْهُ، إِلَّا قُرْبَ مَنْزِلَتِهِ مِنْ رَسُولِ اللهِ ﷺ" يعني "رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان ان جي منزلت (رتبو يا گهر) جي ويجهڙائيءَ کان سواءِ ان جي باري ۾ نہ پڇ."

(ڏسو سنن الڪبريٰ نسائي ج 7 ص 446 حديث 8435 وط: ج 8 ص 519 حديث 8634، المصنف عبدالرزاق ج 5 ص 311 ۽ 312 حديث 9829، فضائل الصحابہ ج 2 ص 736 حديث 1012، وغيره وغيره).

يعني رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان ان جي ويجهڙائي ئي سڀني فضيلتن تي ڀَري آهي. ڪجھ موقعن تي ان هي جواب ڏنو:

"لَا تَسْأَلْ عَنْ عَلِيٍّ، وَلٰكِنِ انْظُرْ إِلٰى بَيْتِهِ مِنْ بُيُوْتِ النَّبِيِّ ﷺ" يعني "توهان علي (عليہ السلام جي باري ۾ نہ پڇو پر رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي گهرن ۾ ان جي گهر کي ڏسو."

(ڏسو سنن الڪبريٰ نسائي ج 7 ص 447 حديث 8438 وط: ج 8 ص 520 حديث 8637، خصائص علي ص 123 حديث 107).

هڪڙي حديث پاڪ ۾ آهي: "لَيْسَ فِي الْمَسْجِدِ بَيْتٌ غَيْرُ بَيْتِهِ" يعني "مسجد ۾ ان جي گهر کان علاوه ڪوئي گهر ڪونهي."

(ڏسو سنن الڪبريٰ نسائي ج 7 ص 446 ۽ 447 حديث 8437 وط: ج 8 ص 520 حديث 8636، خصائص علي بتحقيق البلوشي ص 123 حديث 106).

ڪجھ حديثن ۾ آهي تہ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما فرمايو:

"أَمَّا عَلِيٌّ فَلَا تَسْأَلُوْنِيْ عَنْهُ، أُنْظُرُوْا إِلٰى مَنْزِلِهِ مِنْ مَنْزِلِ النَّبِيِّ ﷺ فَإِنَّهُ سَدَّ أَبْوَابَنَا فِي الْمَسْجِدِ وَأَقَرَّ بَابَهُ."

يعني "باقي رهيو علي (عليہ السلام) تہ توهان ان جي باري ۾ نہ پڇو. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي گهر کان ان جي گهر کي

ڏسو بيشڪ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مسجد ڏانهن اسان جي گهرن جا دروازا بند ڪري ڇڏيا ۽ انهن جي دروازي کي قائم رکيو.“

(ڏسو تهذيب الڪمال ج 22 ص 529; مجمع الزوائد ج 18 ص 521 حديث 14677).

بخاري شريف ۾ آهي: ”ثُمَّ سَأَلَهُ عَنْ عَلِيٍّ، فَذَكَرَ مَحَاسِنَ عَمَلِهِ، قَالَ: هُوَ ذَاكَ بَيْتُهُ، اَوسَطُ بُيُوتِ النَّبِيِّ ﷺ.“

يعني ”پوءِ سواليءَ ان کان حضرت علي عليہ السلام جي باري ۾ معلوم ڪيو تہ ان انهن جي عملن جون خوبيون بيان ڪندي فرمايو: هو ڏسو ان جو گهر نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي گهرن جي وچ ۾ آهي.“

(ڏسو بخاري: ڪتاب فضائل اصحاب النبي ﷺ, باب مناقب علي بن ابي طالب عليہ السلام ص 505 حديث 3704).

## اهلبيت ۽ اصحابي بہ اصطلاح

حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي مٿي بيان ڪيل سيني جوابن مان معلوم ٿيو تہ ان جي نظر ۾ ”گهر وارا“ افضليت واري مسئلي جي بحث کان آجا آهن, ورنہ سوال ڪرڻ واري کي اهو ٻڌائڻ جي آخر ڪهڙي ضرورت هئي تہ ”انهن جي باري ۾ نہ پڇ بلڪ اهو ڏس تہ انهن جي رهائش ڪٿي آهي؟“ دراصل اصحابن سڀني ۾ اهلبيت (گهر وارا) ۽ غيراهلبيت (در وارا) الڳ الڳ بہ اصطلاح هيا. تنهنڪري ام المومنين حضرت عائشہ رضي الله عنها نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اعليٰ اخلاق جي بيان ۾ فرمائين ٿيون:

”مَا كَانَ اَحَدُ اَحْسَنَ خُلُقًا مِنْ رَسُوْلِ اللهِ ﷺ، مَا دَعَاهُ اَحَدُ مِنَ الصَّحَابَةِ وَلَا مِنْ اَهْلِ بَيْتِهِ اِلاَّ قَالَ: لَبَّيْكَ، فَلِذَالِكَ اَنْزَلَ اللهُ: وَاِنَّكَ لَعَلٰى خُلُقٍ عَظِيْمٍ.“

يعني ”رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان وڌيڪ ڪنهن بہ انسان جو اخلاق سٺو ڪونہ هو پاڻ سڀني کي اصحابي سڀني يا گهر

وارن مان ڪير سڏ ڪندو هو تہ پاڻ فرمائيندا هيا: جي حاضر. انهيءَ ڪري الله تعاليٰ سورت القلم جي آيت 4 "بيشڪ تون نهايت وڏي اخلاق وارو آهين ﴿٤﴾" نازل ڪئي."

(ڏسو اخلاق النبي : ابي حيان ج 1 ص 75 حديث 2، اسباب النزول: واحدي ص 443، دلائل النبوه: ابي نعيم ص 181 حديث 119، وغيره وغيره).

معلوم ٿيو تہ اهلبيت سڳورا (گهر وارا) ۽ غير اهلبيت (در وارا) بہ الڳ الڳ اصطلاح هيا ۽ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جنهن تفاوت جو ذڪر ڪيو آهي اهو "گهر وارن" ۽ "در وارن" جي وچ ۾ ڪونہ هيو بلڪ فقط غير اهلبيت يعني "در وارن" جي وچ ۾ هيو. جڏهن توهان تي هي بہ اصطلاح پڌرا ٿي ويا تہ اچو هاڻي ڪجهہ عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي قول کي غور سان پڙهوا اهو فرمائي ٿو:

"كُنَّا فِيْ زَمَنِ النَّبِيِّ ﷺ نَعْدِلُ بِأَبِيْ بَكْرٍ أَحَدًا، ثُمَّ عُمَرَ، ثُمَّ عُثْمٰنَ، ثُمَّ نَتْرُكُ لَهُ حَلَبَ النَّبِيِّ ﷺ نُفَاضِلُ بَيْنَهُمْ."

يعني "نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زماني ۾ اسان حضرت ابوبڪر رضہ جي برابر ڪنهن کي بہ ڪونہ سمجهندا هياسين، پوءِ حضرت عمر رضہ ۽ پوءِ حضرت عثمان رضہ جي برابر ڪنهن کي ڪونہ سمجهندا هياسين. پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن سڳورن مان ڪنهن جي بہ وچ ۾ تفاوت ڪونہ ڪندا هياسين."

(ڏسو بخاري: ڪتاب فضائل الاصحابہ النبي ﷺ، باب مناقب عثمان رضہ بن عفان ص 503 حديث 3697).

جيڪڏهن توهان هن حديث کي مٿي بيان ڪيل حديثن سان ملائي غور ڪندا تہ يقينن هن نتيجي تي پهچندا تہ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي نظر ۾ حضرت علي عليہ السلام تفاوت ۽ ڀيٽ ڪرڻ جي بحث کان الڳ ۽ آجا هيا. اصحابي هجڻ الڳ فضيلت آهي ۽ اهلبيت مان هجڻ الڳ فضيلت آهي. اهلبيت جي ڪنهن بہ ياتيءَ ۾ اهي ٻئي فضيلتون گڏ ٿي سگهن ٿيون، يعني اهو اصحابي آهي تہ گهر وارن مان بہ. مگر غير اهلبيت مان ڪنهن بہ شخص ۾ اهي ٻئي فضيلتون گڏ نٿيون ٿي سگهن. يعني، اهو صرف اصحابي هوندو، باقي اهلبيت مان

نہ سڏبو. پوءِ اهو پلي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو سهرو هجي يا سالو هجي.

## جديد ۽ قديم ناصبين ۾ هڪجهڙائي

ناصبين ۽ بنواميہ طرفان پيدا ڪيل اعتراضن ۽ شڪ شبهن جو اسان جا عالم اڄ تائين شڪار آهن. انهن شڪ شبهن کي ڪجهہ اصحابن سڳورن حل ڪري ڇڏيو هو پر بدقسمتي اها آهي تہ هر دور جا ناصبي انهن شڪ شبهن کي پنهنجي پنهنجي انداز ۾ هوا ڏيندا رهيا آهن ۽ پنهنجن ابن ڏاڏن جي فاسد عقيدن کي زندهہ رکڻ جي ڪوشش ۾ لڳا رهن ٿا. تنهنڪري حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي مٿي بيان ڪيل حديث سان پيدا ڪيل شڪن تي امام احمد بن حنبل رحمت الله عليہ جو پُٽ پريشان ٿي ويو تہ ان جي بابي ان کي اهلبيت ۽ اصحابي الڳ الڳ اصطلاح جي ذريعي سمجهائي ڇڏيو هو تہ "گهر وارن ۽ در وارن" ۾ فرق کي سمجهي زندگي گذار. اچو! ڪجهہ پيءُ ۽ پُٽ جي سوال جواب تي غور ٿا ڪيون. عبدالله بن امام احمد بن حنبل بيان ڪيو آهي:

"سَاَلْتُ اَبِیْ عَنْ حَدِیْثِ ابْنِ عُمَرَ: کُنَّا اِذَا فَاضَلْنَا بَیْنَ اَصْحَابِ رَسُوْلِ اللهِ ﷺ فَقُلْنَا: اَبُوْبَکْرٍ وَّعُمَرُوَ عُثْمَانُ، فَقَالَ: هُوَکَمَا قَالَ، قُلْتُ: فَاَیْنَ عَلِیُّ بْنُ اَبِیْ طَالِبٍ؟ قَالَ: یَا بُنَیَّ! لَمْ یَقُلْ مِنْ اَهْلِ بَیْتِ رَسُوْلِ اللهِ."

يعني "مون پنهنجي پيءُ کان عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي هن حديث جي باري ۾ معلوم ڪيو تہ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما چيو آهي: اسان جڏهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن سڳورن جي وچ ۾ تفاوت ڪندا هياسين تہ چوندا هياسين: ابوبڪر، عمر ۽ عثمان. امام احمد بن حنبل فرمايو: ائين ئي آهي جيئن ان چيو آهي. مون عرض ڪيو: باباسائين، پوءِ حضرت علي بن ابوطالب

عليہ السلام ڪٿي آهي؟ فرمايائون: پُٽ! ان (عبدالله بن عمر رضہ) رسول الله ﷺ جي گھر وارن جي ڳالھ ڪونہ ڪئي آهي."

(ڏسو الجامع العلوم: امام احمد، قسم العقيده ج 4 ص 347 ۽ 348).

جيئن تہ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما فقط اصحابن سڳورن جو ذڪر ڪيو آهي، جيئن ان جي لفظن "ثُمَّ نَتْرُكُ لَهُ حَلَبَ النَّبِيّ ﷺ" يعني "پوءِ اسان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن سڳورن مان ڪنهن جي وچ ۾ تفاوت ڪونہ ڪندا هياسين"، مان ظاهر آهي، انهيءَ ڪري امام احمد بن حنبل رحمت الله عليہ فرمايو: انهن اصحابن سڳورن جي وچ ۾ تفاوت جي ڳالھ ڪئي آهي، اهلبيت ۽ اصحابن جي وچ ۾ فرق واري مقابلي جي ڳالھ ڪونہ ڪئي آهي.

# ابن عمر رضہ جي حديث جي خود ان طرفان وضاحت

حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي مختلف قولن مان امام احمد بن حنبل رحمت الله عليہ جيڪو نتيجو ڪڍيو آهي ان جي تائيد اصحابن سڳورن جي ڳالهين ۽ نبوي حديثن سان بہ ٿئي ٿي، ايستائين جو ڪجھہ ڳالهيون خود ابن عمر رضہ کان بہ بيان ٿيل آهن. تنهنڪري ڪجھہ وقتن تي جڏهن اهو ٽن خليفن جي فضيلت بيان ڪري چڪو تہ ان کان حضرت علي عليہ السلام جي باري ۾ سوال ڪيو ويو:

"يَا اَبَا عَبْدِالرَّحْمَانِ! فَعَلِيٌّ؟ قَالَ ابْنُ عُمَرَ: عَلِيٌّ مِنْ اَهْلِ الْبَيْتِ لاَ يُقَاسُ بِهِمْ"

يعني "اي ابوعبدالرحمان! پوءِ باقي علي (عليہ السلام)؟ ابن عمر رضہ فرمايو: حضرت علي عليہ السلام گھر وارن مان آهي ان تي ڪنهن کي بہ قياس نٿو ڪري سگھجي."

(ڏسو الرياض النضرة, باب الرابع في مناقب امير المومنين علي بن ابي طالب عليہ السلام الفصل السابع في افضليته, ج 3 ص 180, دارالحکمت العلميہ).

اهائي حقيقت خود حضرت علي عليہ السلام جي حوالي سان بہ بيان ٿيل آهي. تنهنڪري ابوالبختري بيان ڪيو آهي تہ حضرت علي عليہ السلام هڪڙي خطاب ۾ فرمايو:

”اَلا اِنَّ خَيْرَ هٰذِهِ لاُمَّةِ بَعْدَ نَبِيِّهَا اَبُوْبَكْرٍ وَّعُمَرُ، فَقَالَ رَجُلٌ: وَاَنْتَ يَا اَمِيْرَالْمُومِنِيْنَ؟ فَقَالَ: نَحْنُ اَهْلَ الْبَيْتِ لاَ يُوَازِيْنَا اَحَدٌ.“

يعني ”يادرکو! نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان پوءِ امت جون بهترين هستيون ابوبڪر رضہ ۽ عمر رضہ آهن. هڪڙي شخص چيو: اي اميرالمومنين! ۽ توهان؟ فرمايائون: اسان گهر وارا آهيون, اسان سان ڪنهن جي ڀيٽ نٿي ڪري سگهجي.“

(ڏسو حلية الاولياء ج 7 ص 201, مارواه شعبة من الاحاديث النبوية من فضل الخلفاء الراشدين; تاريخ دمشق ج 30 ص 361; سنن الاصفهاني ج 2 ص 526 حديث 3364; وغيره وغيره).

علامہ محب الطبري ان سلسلي ۾ هڪڙي حديث نبوي ﷺ بہ نقل ڪئي آهي. اهو لکي ٿو:

”عَنْ اَنَسٍ رَضه قَالَ: قَالَ رَسُوْلُ اللهِ ﷺ: نَحْنُ اَهْلُ بَيْتٍ لاَ يُقَاسُ بِنَا اَحَدٌ.“ يعني ”حضرت انس رضي الله عنہ بيان ڪيو آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اسان گهر وارا آهيون, اسان تي ڪنهن کي بہ قياس نہ ڪيو وڃي.“

(ڏسو ذخائرالعقبيٰ في مناقب ذوي القربيٰ ص 49 وط: ج 1 ص 78; جمع الجوامع ج 10 ص 427 حديث 23765;ڪنزالحقائق ج 2 ص 232; ينابيع المودت ج 2 ص 83,68, 114 ۽ ج 1 ص 459; وغيره وغيره).

توڙي جو هن حديث ۾ بحث جي گنجائش آهي, مگر جڏهن هن متن جي قرآن شريف مان بہ تائيد ملي ٿي تہ ڪنهن بہ قسم جي ٽيڪاٽپڻي ڪرڻ جي گنجائش باقي نٿي رهي. سورت احزاب جي آيت 32 ۾ اُمهات المومنين جي شان ۾ فرمايو ويو آهي تہ اهي ٻين عورتن

وانگر ڪونہ آھن. جڏھن تہ چادر وارا (اھلِ ڪساء) عليھم السلام اُمھات المومنين کان بہ افضل آھن. تنھنڪري معلوم ٿيو تہ چادر وارا (اھلِ ڪساء) عليھم السلام فضيلتن جي ڀيٽ ڪرڻ کان آجا آھن. انھن جو اھلبيت ھجڻ ئي نبوت کان سواءِ باقي سڀني عظمتن کي گھيريندڙ آھي ۽ انھن جي اصحابيت ان تي اجا اضافو آھي. ان سلسلي ۾ دورِ حاضر جي اھل حديث عالم مسجدالبدر, نيوياڪ جي باني ۽ خطيب شيخ عبدالله دانش حفظہ الله تعاليٰ جا ھي لفظ ڪيترا تہ ڀلا آھن. اھو لکي ٿو:

”خاندانِ نبوت کي الله تعاليٰ ٻٽو شان نصيب ڪيو آھي. ھڪڙو اصحابي ھجڻ ۽ ٻيو اھلبيت (گھر وارا) ھجڻ. جڏھن تہ ٻيا سڀئي اصحابي ٻي فضيلت (يعني اھلبيت ھجڻ) کان محروم آھن. اھي صرف اڪيلي اصحابي ھجڻ واري فضيلت رکن ٿا.“

(ڏسو متن اربعين امام حسين عليہ السلام ص 98).

مان چوان ٿو: اھا ڳالھہ بہ درست آھي مگر حقيقت ان کان بہ مٿي آھي. اھلِ ڪساء عليھم السلام فقط ٻٽي فضيلت نٿا رکن. بلڪ ٽيڻي فضيلت رکن ٿا. اھي اصحابي آھن. ھاشمي ھجڻ ناتي اھلبيت آھن ۽ اھلبيت حضرات مان پاڪ چادر وارا (اھلِ ڪساء) بہ آھن.

## چادر وارن (اھلِ ڪساء) جي لاءِ اصحابيت جي ثبوت جي ڪھڙي ضرورت

ياد رکو تہ گھر وارن جي لاءِ صحبت ثابت ڪرڻ جي ڪابہ ضرورت نہ ھوندي آھي. اھي ڪجھہ ماڻھو جيڪي حضرات حسنين ڪريمين عليھم السلام جو اصحابي ھجڻ ۽ اصحابي نہ ھجڻ وارو بحث ڇيڙيندا آھن ۽ ٻئي طرف سادا ماڻھو انھن جي اصحابي ھجڻ جا ثبوت پيش ڪرڻ شروع ڪندا آھن. انھيءَ چڪر ۾ پوڻ جي قطعي ڪا

ضرورت ڪونهي. انهيءَ ڪري جو اهڙي قسم جا ثبوت پيش ڪرڻ جو مطلب اهو ٿيندو تہ ثبوت ڳولڻ وارو اصحابين جي حيثيت کي اهلبيت واري حيثيت کان افضل مڃي ٿو. اي ادا! جيڪو گهر ۾ پيدا ٿيو ۽ ڇهن سالن تائين ڪڇ تي، ڀاڪر ۾، ڪلهن تي، چادر ۾، ڇيلهہ تي، سجدي واري حالت ۾ پٺيءَ تي وينو رهيو ۽ منبر تي جهوليءَ ۾ وينو ان جي لاءِ صحبت جي ثبوت جي ڪهڙي ضرورت آهي؟

ڪنهن هستيءَ جو اهلبيت هجڻ ئي سڀني کان وڏي فضيلت آهي، تنهنڪري نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حياتي مبارڪ ۾ سندن اولاد (ذريت) جي جنهن بہ ڀاتي جو جَمُ ٿيو ان جي اصحابيت جي ثبوت جي ڳولا ۾ متو ڪپائڻ عقلمندي ڪونهي. جڏهن اهي اڳ ۾ ئي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي جسم جو حصو آهن ۽ ڄمڻ سان ئي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي جهولي ۽ ڀاڪر نصيب ٿي وين تہ ان جي لاءِ ان کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي صحبت ٿي سگهي ٿي؟ اهو هر هڪ اصحابي کان افضل آهي، تنهنڪري ان جي عظمت جي ثبوت جي لاءِ اصحابيت جي حيثيت تي دليل تلاش ڪرڻ بنا تشبيهہ ۽ مثال جي بَدڪ ۾ مڃيءَ جي ٻچي جي ترڻ تي ثبوت پنيان لڳڻ آهي.

ها، محدثن وٽ هڪڙي ٻئي رُخ کان ڪنهن جو اصحابي هجڻ ۽ اصحابي نہ هجڻ لاءِ بحث ٿيندو آهي ۽ اهو آهي ڪنهن جو سڌوسنئون نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان حديث ٻڌي روايت ڪرڻ. ان جي لاءِ انهن وٽ روايت ڪندڙ جي عمر ۽ بارگاهہ نبوت ۾ ان جي اچڻ وڃڻ تي ڳالهہ ٿيندي آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن کي حاضريءَ جو شرف نصيب ٿيو تہ ڪيترا ڀيرا ٿيو، جهڙيون ڳالهيون بحث هيٺ ايندڀون آهن. پر اهي سڀ ڳالهيون غيراهلبيت لاءِ ٿينديون آهن. اهلبيت جو اهڙو ڀاتي جنهن کي سُتيءَ ۾ نپجڻ جي سعادت بہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي هٿن مبارڪن سان نصيب ٿي هجي، ان جي لاءِ صحبت جو ثبوت ڳولڻ پنيان لڳڻ اٻوجهائي آهي. مون "اٻوجهائي" لفظ

انھيءَ لاءِ استعمال ڪيو آھي جو مونکي يقين آھي تہ سڀ ڪان اڳ۾ حسنين ڪريمين عليھم السلام جھڙين ھستين لاءِ صحبت ۾ رھڻ ۽ صحبت ۾ نہ رھڻ واري بحث ڇيڙڻ وارو شيطانيت جو شڪار، پلي اھو ڪير بہ ھجي، ۽ پوءِ وارا ڪجھ ماڻھو تہ ڄاڻي واڻي ان شيطانيت ڪي ھوا ڏيندا رھيا آھن ۽ جيڪي ماڻھو ان شيطانيت ڪي سمجھي نٿا سگھن اھي ابوجھائيءَ مان اھڙين ھستين جي صحبت جي ثبوتن جي ڳولا ۾ مٿو ڪپائيندا رھن ٿا. انا لله وانا اليہ راجعون.

مان سمجھان ٿو تہ حسينين ڪريمين عليھم السلام جي اصحابيت جو بحث ڇيڙڻ واري ھڪڙي تير سان ٻہ شڪار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آھي. ھڪ تہ ان اصحابيت جي حيثيت کي اھلبيت واري حيثيت ڪان افضل باور ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي آھي ۽ ٻيو ان اھلبيت عليھم السلام ڪي گھٽ ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آھي. پر اھل سنت جي علماء حق جي ڪوششن ۽ اصحابن سڀڱورن جي قولن جي روشنيءَ ۾ ان مڪار جي چالاڪي پڪڙجي وئي.

## در وارا، گھر وارا، چادر وارا

سورت احزاب جي آيت 32 ۾ ارشاد باري تعالىٰ آھي:

”يٰنِسَآءَ النَّبِيِّ لَسۡتُنَّ كَاَحَدٍ مِّنَ النِّسَآءِ اِنِ اتَّقَيۡتُنَّ“معنيٰ: ”اي نبيءَ جون زالون توھان ٻين عورتن وانگر نہ آھيو، جيڪڏھن الله کان ڊڄنديون آھيو.“

سوال پيدا ٿئي ٿو تہ پاڪ گھر واريون ڇو ٻين عورتن وانگر نہ آھن؟ انھيءَ ڪري جو اھي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جون ”گھر واريون“ آھن ۽ ٻيون عورتون ”در واريون“ آھن. انھيءَ ڪري لفظ ”بيت“ يعني گھر استعمال ڪندي پاڪ گھر وارين کي انھن جي مقام ڏانھن ھيئن ڏيان ڇڪايو ويو:

"وَاذْكُرْنَ مَا يُتْلٰى فِيْ بُيُوْتِكُنَّ مِنْ اٰيٰتِ اللّٰهِ وَالْحِكْمَةِ" (سورت احزاب آيت 34) معنيٰ: "۽ الله جي آيتن ۽ حڪمت مان جيڪو توهان ڪي گهرن ۾ پڙهي ٻڌايو وڃي ٿو اهو ياد ڪريو."

"مَا يُتْلٰى فِيْ بُيُوْتِكُنَّ" معنيٰ: "جيڪو توهان ڪي گهرن ۾ پڙهي ٻڌايو وڃي ٿو"، جي لفظن سان "گهر وارين" ۽ "در وارين" جي وچ ۾ ان فرق جو سبب پڌرو ڪيو ويو جيڪو مٿي "لَسْتُنَّ كَاَحَدٍ مِّنَ النِّسَآءِ" معنيٰ: "توهان ٻين عورتن وانگر نہ آهيو"، جي لفظن ۾ بيان ڪيو ويو. انهن آيتن ٻڌائي ڇڏيو تہ ڪاشانئہ نبوي ﷺ ۾ جنهن عورت کي داخل هجڻ جو شرف حاصل ٿيو اها ٻين عورتن وانگر نہ رهي، تنهنڪري ڪنهن ام المومنين جي ماءُ بہ پنهنجي ڌيءَ جي رتبي کي نٿي پهچي سگهي، توڙي جو اها ڪيتري بہ وڏي پرهيزگار ڇونہ هجي. سو جيئن قرآن جي نص سان نبيءَ جون "گهر واريون" ۽ ڪاشانئہ نبوي ﷺ کان ٻاهر واريون يعني "در واريون" برابر ڪونہ آهن، اهڙيءَ طرح نبيءَ جا "گهر وارا" حضرات ۽ گهر کان ٻاهر "در وارا" ماڻهو بہ برابر ڪونہ آهن.

## افضل: گهر وارا يا چادر وارا؟

جڏهن پڌرو ٿي ويو تہ ڪاشانئہ نبوي ﷺ جون عورتون ۽ مرد يعني گهر وارا ۽ گهر کان ٻاهر يعني در وارا برابر نہ آهن تہ هاڻي ڇاڻي وٺو تہ گهر جي اندر وارا بہ سڀ برابر نہ آهن. بلڪ انهن ۾ ڪجھ ڀاتي اهڙا آهن جن کي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم هڪڙي ڪپڙي هيٺان گڏ ڪري سيني گهر وارن کان الڳ ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ کي بہ انهن ۾ شامل ڪري ڇڏيو. تنهنڪري ام المومنين حضرت عائشہ صديقہ رضي الله عنها بيان ڪيو آهي:

"هڪڙي صبح جو رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ٻاهر نڪتا تہ ان وقت سندن جسم مبارڪ تي ڪاري اُن سان اٽيل اُٺ جي

ڪجاوي جهڙي چٽن واري چادر هئي، پوءِ حضرت حَسن عليہ السلام آيا تہ پاڻ سڳورن ان کي ان جي اندر ويهاريو پوءِ حُسين عليہ السلام آيا تہ اهي بہ ان ۾ اندر ويهي رهيا، پوءِ فاطمہ سلام الله عليها آيون تہ ان کي بہ اندر داخل ڪيو پوءِ علي عليہ السلام آيا تہ ان کي بہ داخل فرمايو پوءِ هي آيت تلاوت فرمايائون: ”اِنَّمَا يُرِيْدُ اللّٰهُ لِيُذْهِبَ عَنْكُمُ الرِّجْسَ اَهْلَ الْبَيْتِ وَيُطَهِّرَكُمْ تَطْهِيْرًا﴿۳۳﴾“ (سورت احزاب) معنيٰ: ”اي نبيءَ جا گهر وارو! الله تہ اهو چاهي ٿو تہ توهان کان پليتي دور ڪري ۽ توهان کي چڱيءَ طرح پاڪ ڪري ڇڏي﴿۳۳﴾.“

(ڏسو صحيح مسلم: فضائل الصهابہ باب فضائل اهل بيت النبي ... ص 1067 حديث 6261 (2424)؛ المصنف ابن ابي شيبہ ج 17 ص 117 حديث 32765؛ الجمع بين الصحيحين ج 4 ص 225 حديث 3435؛ المستدرڪ ج 3 ص 146 وط: ج 4 ص 127 حديث 4761؛ وغيره وغيره).

# پيار جي باوجود ڪجھ گھر وارن کي چادر ۾ داخل نہ ڪيائون

چادر وارن جي لاءِ جيڪا قربت مخصوص فرمائي وئي، ان ۾ سڀ گھر وارا شامل ڪونہ آهن، بلڪ گھر جي ڪجھ ڀاتين کي انهن جي پيار جي باوجود شامل نہ ڪيو ويو. جنهن موجب ان سلسلي ۾ ڪجھ گھر ڀاتين جي شاهدي موجود آهي. ام المومنين حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها بيان ڪيو آهي:

”اَنَّ النَّبِيَّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جَلَّلَ عَلَى الْحَسَنِ وَالْحُسَيْنِ وَعَلِيٍّ وَفَاطِمَةَ كِسَاءً، ثُمَّ قَالَ: اَللّٰهُمَّ هٰؤُلَاءِ اَهْلُ بَيْتِيْ وَخَاصَّتِيْ، اَذْهِبْ عَنْهُمُ الرِّجْسَ وَطَهِّرْهُمْ تَطْهِيْرًا، فَقَالَتْ اُمُّ سَلَمَةَ: وَاَنَا مَعَهُمْ يَارَسُوْلَ اللّٰهِ؟ قَالَ: اِنَّكِ عَلٰى خَيْرٍ“

يعني ”نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت حَسن، حضرت حُسين، حضرت علي ۽ حضرت فاطمہ عليهم السلام مٿان چادر وڌي، پوءِ فرمايو: اي الله! هي منهنجا اهلبيت ۽ منهنجا خاص آهن، انهن

کان پليتي کي پري رک ۽ انهن کي چڱي نموني پاڪ ڪري ڇڏ. پوءِ حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها عرض ڪيو: يارسول الله مان بہ انهن ۾ شامل آهيان؟ فرمايائون: ”تون خير تي آهين.“

(ڏسو سنن ترمذي ج 6 ص 173 ۽ 174 حديث 3871؛ مسند احمد ج 44 ص 118 حديث 26508 ۽ ص 217 حديث 26597؛ المجمع الڪبير ج 23 ص 334 حديث 773؛ وغيره وغيره).

ان کان اڳ امام ترمذي اهائي حديث ڪتاب التفسير ۾ بہ شامل ڪري چڪو آهي، ان جا لفظ اچا وڌيڪ واضح آهن. حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها عرض ڪيو:

”وَاَنَامَعَهُمْ يَانَبِيَّ اللهِ، قَالَ: اَنْتِ عَلٰى مَكَانِكِ وَ اَنْتِ عَلٰى خَيْرٍ“ يعني ”اي الله جا نبي! مان بہ انهن سان گڏ آهيان. فرمايائون: تون پنهنجي جاءِ تي هج ۽ تون خير تي آهين.“

(ڏسو سنن ترمذي ج 5 ص 262 ۽ 263 حديث 3205؛ جامع البيان الطبري ج 19 ص 106).

ڪجھ حديثن ۾ آيو آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پهريان حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها جو چادر وارن مان هجڻ کان انڪار ڪيو ۽ پوءِ فرمايو تہ تون خير تي آهين. تنهنڪري ان پاڻ فرمايو آهي تہ مون عرض ڪيو:

”وَاَنَا مِنْهُمْ، قَالَ: لاَ، وَاَنْتِ عَلٰى خَيْرٍ“ يعني ”مان بہ انهن مان آهيان. فرمايائون: نہ، پر تون خير تي آهين.“

(ڏسو مسند ابي يعلي ج 12 ص 313 حديث 6888).

ڪجھ حديثن ۾ آهي تہ ام المومنين حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها عرض ڪيو:

”يَارَسُوْلَ اللهِ! اَنَا مِنْ اَهْلِ بَيْتِ؟ فَقَالَ: اِنَّ لَكِ عِنْدَ اللهِ خَيْرًا، فَرَدِدْتُ اَنَّهُ قَالَ: نَعَمْ، فَكَانَ اَحَبُّ اِلَيَّ مِمَّا تَطْلُعُ عَلَيْهِ الشَّمْسُ وَ تَغْرُبُ“

يعني ”يارسول الله! مان بہ توهان جي اهلبيت مان آهيان؟ فرمايائون: تنهنجي لاءِ الله تعاليٰ وٽ ڀلائي آهي. پر منهنجي خواهش

هئي تہ فرمائين ها, "هائو" تہ اها ڳالهہ مونکي انهن مڙني شين کان وڌيڪ محبوب هجي ها جن تي سج اڀري ۽ لهي ٿو."

(ڏسو شرح مشکل الآثار ج 2 ص 244 حديث 772).

ابن ڪثير هي لفظ ٻڌايا آهن:

"فَقُلْتَ : يَارَسُوْلَ اللهِ وَاَنَا؟ قَالَتْ : فَوَاللهِ مَا اَنْعَمَ ، وَقَالَ : اِنَّكِ اِلٰى خَيْرٍ" يعني "مون عرض ڪيو: يارسول الله ۽ مان؟ ٻڌايائين تہ الله جو قسم پاڻ سڳورن هائو ڪونہ چيو البت فرمايائون: بيشڪ تون خير جي طرف آهين."

(ڏسو تفسير ابن ڪثير ج 6 ص 413; جامع البيان الطبري ج 19 ص 107).

ڪجهہ حديثن ۾ ايترو بہ آيو آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان جي هٿ مان چادر جي ڪنڊ ڇڪي ورتي, تنهنڪري اها پاڻ ٻڌائي ٿي:

"فَرَفَعْتُ الْكِسَاءَ لِاَدْخُلَ مَعَهُمْ ، فَجَذَبَهُ مِنْ يَدِيْ ، وَقَالَ : اِنَّكِ عَلٰى خَيْرٍ" يعني "مون چادر مٿي ڪئي تہ جيئن مان انهن سان گڏ اندر ٿي وڃان تہ پاڻ سڳورن منهنجي هٿ مان چادر ڇڪي ورتي ۽ فرمايائون: بيشڪ تون ڀلائي تي آهين."

(ڏسو مسند احمد ج 6 ص 323 وط: ج 44 ص 327 ۽ 328 حديث 26746; فضائل الصحابہ ج 2 ص 745 حديث 1029; وغيره وغيره).

اهڙي هڪڙي حديث ام المومنين حضرت عائشہ صديقہ رضي الله عنها کان بہ روايت ٿيل آهي, ان جي آخر ۾ آهي تہ ام المومنين عرض ڪيو:

"يَارَسُوْلَ اللهِ وَاَنَا مِنْ اَهْلِ بَيْتِكَ؟ فَقَالَ تَنَحِّيْ ، فَاِنَّكِ عَلٰى خَيْرٍ" يعني "يارسول الله! مان بہ توهان جي اهلبيت مان آهيان؟ فرمايائون: تون پاسي تي ٿي, بس تون ڀلائي تي آهين."

(ڏسو تفسير ابن ابي حاتم ج 13 ص 75; تفسير ابن ڪثير ج 6 ص 414; ذخائر العقبيٰ (عن ام سلميٰ رضہ) ج 1 ص 108).

انهن سڀني حديثن جي مختلف لفظن ۾ غور ڪيو وڃي تہ "گهر وارن" مان وري "چادر وارن" جو مقام بلڪل الڳ آهي. ايترو بلند آهي

جو امهات المومنين ان ۾ شامل هجڻ جي نہ رڳو تمنا ڪنديون رهيون پر عرض بہ ڪنديون رهيون، ۽ حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها تہ ايستائين ٻڌايو تہ حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان جي عرض تي ”نعم“ يعني ”هائو“ فرمائين ها تہ اها ڳالهہ ان کي انهن سڀني شين کان وڌيڪ محبوب هجي ها جن تي سج اڀري ۽ لهي ٿو.

## چادر وارن جي لاءِ وڌيڪ قربت

ايستائين ڏنل تفصيل مان اهو معلوم ٿيو تہ ”در وارن“ کان ”گھر وارا“ خاص آهن ۽ ”گھر وارن“ کان ”چادر وارا“ خاص آهن. هاڻي اسان توهان جي سامهون ”چادر وارن“ مان سڀني کان وڏي هستي جي اهڙي قربت بيان ڪيون ٿا، جنهن قربت جو تعلق فقط رسالتماب صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بدن سان ڪونهي بلڪ پاڻ سڳورن جي من سان آهي، ۽ اهو بہ اهڙي حال ۾ جڏهن ڪنهن کي بہ بارگاهہ نبوي ﷺ ۾ ڪُڇڻ جي همت ڪونہ هئي. تنهنڪري ام سلميٰ رضي الله عنها بيان ڪيو آهي:

”اِنَّ النَّبِيَّ ﷺ كَانَ اِذَا غَضِبَ لَمْ يَجْتَرِئْ اَحَدٌ مِنَّا يُكَلِّمُهُ غَيْرُعَلِيّ بْنِ اَبِي طَالِبٍ عليه السلام“ يعني ”نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جڏهن ڪاوڙ ۾ هوندا هئا تہ اسان مان حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام کان سواءِ ڪير بہ انهن سان ڳالهائڻ جي جرئت ڪري نہ سگھندو هو.“

(ڏسو المستدرڪ ج 3 ص 129 وط: دارالميعان ج 6 ص 146 حديث 4697، المعجم الاوسط ج 4 ص 318 حديث 4314، مجمع الزوائد ج 9 ص 116 حديث 14683، جامع الصغير: سيوطي حديث 6753، ڪنزالحقائق: مناوي ج 2 ص 60 حديث 7519، صواعق المحرقہ ص 123، وغيره وغيره).

## مصطفيٰ، مرتضيٰ ۽ ملاقات جو خاص وقت

اها تہ هئي حضرت علي عليہ السلام جي بارگاهہ نبوي ﷺ ۾ ڪاوڙ جي حالت ۾ رسائي جي خصوصيت، ان ڪان علاوه، خوشي، فضل ۽ رضا جي مخصوص اڪيلائين ۾ بہ انهن ڪان علاوه ڪنهن ٻئي شخص کي رسائي حاصل ڪونہ هئي. وجدان ۽ معرفت جي صاحبن ڪان پڇو تہ انهن جي نظر ۾ چوويهن ڪلاڪن مان سڀ ڪان بهتر، سڪون ۽ لذت واريون گهڙيون ڪهڙيون آهن؟ اهڙي لذت جنهن جي سامهون دنيا ۽ جيڪو ڪجهہ ان ۾ آهي ان جي مک جي پر جيتري بہ حيثيت نہ هجي. داناءِ راز رحمت الله عليہ جي بقول:

دو عالم سے کرتی ہے بیگانہ دل کو
عجب چیز ہے لذّتِ آشنائی۔

(بال جبريل ص 105).

اچو! لذت ۽ سرور جي انهن گهڙين جو شان خود ڏينهن ۽ رات جي خالق جل جلاله ڪان پڇون ٿا. اهو فرمائي ٿو:

”اِنَّ نَاشِئَةَ الَّيْلِ هِيَ اَشَدُّ وَطْاً وَّاَقْوَمُ قِيْلاً﴿٦﴾“ (سورت مزمل) معنيٰ: ”بيشڪ رات جو اُٿڻ نفس کي جهُڪائڻ ۾ سخت آهي ۽ پرجهڻ ۾ وڏيڪ پڪو آهي﴿٦﴾.“

جيئن تہ عارف جي لاءِ انهن گهڙين ڪان وڏيڪ ڪابہ مهل ڪونهي هوندي، انهيءَ ڪري نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي لاءِ انهن گهڙين کي اضافي طور تي خاص ڪيو ويو ۽ فرمايو ويو:

”وَمِنَ الَّيْلِ فَتَهَجَّدْ بِهٖ نَافِلَةً لَّكَ ۖ عَسٰٓى اَنْ يَّبْعَثَكَ رَبُّكَ مَقَامًا مَّحْمُوْدًا﴿٧٩﴾“ (سورت بني اسرائيل) معنيٰ: ”۽ رات جي ڪجهہ حصي ۾ پنهنجي لاءِ نفل طور تهجد پڙهہ جو اها تولاءِ وڏيڪ عبادت آهي، سِگهو تنهنجو پالڻهار توکي سارا هيل جاءِ تي بيهاريندو﴿٧٩﴾.“

آخرت ۾ سيني تي ترقي ۽ برتريءَ جي آخري منزل مقام محمود هوندو ۽ ان جو حاصل ٿيڻ اسر جي گھڙين تي منحصر آهي. ڪنهن انسان جو ترقيءَ جو هدف جيترو مٿانهون هوندو آهي ان کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ جيڪو وقت مخصوص ٿيل هوندو آهي، اهو وقت بہ ان انسان جي نظر ۾ ايتروئي قيمتي هوندو آهي. هر هڪ جي لاءِ مقام محمود (تعريف جو مقام) هوندو آهي، پر ڪير بہ ان تائين رسائي حاصل نٿو ڪري سگهي، جيستائين اهو پنهنجي وقت جي قيمتي گهڙين کي ان جي لاءِ خرچ نہ ڪري. الله تعاليٰ جيئن تہ پاڻهن جي ترقيءَ جي لاءِ اسر جي وقت کي تيرِ هدف بڻايو آهي، انهيءَ ڪري داناءِ راز رحمت الله عليہ فرمايو هو:

عطار ہو، رومی ہو، رازی ہو، غزالی ہو
کچھ ہاتھ نہیں آتا بے آہ سحر گاہی!

(بال جبريل ص 56).

جيئن تہ انهن گهڙين جي قدر ۽ منزلت کان اهو مڪمل آگاهہ ٿي چڪو هو انهيءَ ڪري پين جي ترغيب جي لاءِ پنهنجي معمولات کي هيئن ظاهر ڪيو:

زمستانی ہوا میں گرچہ تھی شمشیر کی تیزی
نہ چھوٹے مجھ سے لندن میں بھی آدابِ سحر خیزی!

(بال جبريل ص 40).

مطلب تہ الله تعاليٰ جي نظر ۾ ايتري قيمتي وقت ۾ بہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ حضرت علي عليہ السلام جي لاءِ ڪجهہ گهڙيون مخصوص هيون. تنهنڪري حضرت علي عليہ السلام ان نعمت کي بيان ڪرڻ لاءِ پاڻ فرمايو آهي:

”كَانَتْ لِيْ مَنْزِلَةٌ مِنْ رَّسُوْلِ اللهِ ﷺ لَمْ تَكُنْ لِاَحَدٍ مِنَ الْخَلَائِقِ ، فَكُنْتُ آتِيْهِ كُلَّ سَحَرٍ“ يعني ”رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ منهنجو اهڙو مقام

هو جيڪو مخلوقات مان ڪنهن لاءِ بہ ڪونہ هو. مان روزانو تهجد جي وقت سندن بارگاهہ ۾ حاضر ٿيندو هئس.“

(ڏسو سنن الڪبريٰ نسائي ج 2 ص 42 حديث 1138 ۽ ج 7 ص 450 حديث 8449 وط: ج 1 ص 360 حديث 1137 ۽ ج 5 ص 451 حديث 502، مشڪات ج 2 ص 506 حديث 6106، وغيره وغيره).

خيال رهي تہ نماز جي حالت ۾ بہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم موليٰ علي عليہ السلام کي اندر اچڻ جي اجازت ڏيندا هيا. ان سلسلي ۾ گهڻيون ئي حديثون ۽ انهن جي تشريح جي لاءِ راقم الحروف جو ڪتاب ”شرح خصائص علي عليہ السلام“ ۾ حديث 111 کان 115 تي غور ڪيو.

# فائدو

مون غور ۽ فڪر ڪيو تہ اهڙي خاص وقت ۾ فقط حضرت علي عليہ السلام جي لاءِ ئي رسائي ڇو؟ آخرڪار مونکي اها ڳالهہ سمجهہ ۾ آئي تہ شايد مشيتِ الاهي ان خاص وقت ۾ سيدالانبياء ﷺ کان سيدالاولياء جي روحانيت کي تقويت پهچائڻ گهرندي هئي تہ جيئن مصطفوي روح کان مرتضوي روح فيض حاصل ڪندو رهي، يعني مرتضوي بيٽري چارج ٿيندي رهي ۽ پوءِ ان کان اڳتي ٻيون روحاني بيٽريون چارج ٿينديون ٿيون رهن ۽ اهائي ”وَعَلِيٌّ بَابُهَا“ جي عملي تڪميل آهي. مطلب تہ جيڪو قرب، منزلت ۽ گهڙيون علي المرتضيٰ عليہ السلام لاءِ مخصوص هيون اهي ”در وارن“ ۽ ”گهر وارن“ مان ڪنهن ٻئي انسان کي ميسر ڪونہ ٿيون. جيڪڏهن توهان مٿي بيان ڪيل حديث جي انهن لفظن تي وري وري غور ڪندا تہ توهان تي اها حقيقت روشن ٿي ويندي: ”كَانَتْ لِي مَنْزِلَةٌ مِنْ رَسُولِ الله ﷺ لَمْ تَكُنْ لِأَحَدٍ مِنَ الْخَلَائِقِ ، فَكُنْتُ آتِيهِ كُلَّ سَحَرٍ“.

# الله جي حڪم سان مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ عليهم السلام جي سرگوشي

ڪجهه حديثن مان معلوم ٿئي ٿو ته حضرت علي عليه السلام جي لاءِ اهڙي خاص فضل ۽ ڪرم جي پنيان منشاء ايزدي ڪارفرما هئي، ڇوته جڏهن به آقا ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم کي گهڻن ڏينهن جي لاءِ ٻاهر رهڻو پوندو هو ته اتي به پاڻ سڳورا مولي علي عليه السلام سان رازداريءَ واري نموني ۾ اهڙي سرگوشي ڪندا هيا جنهن ۾ نه ڪو "گهر وارو" شريڪ ٿي سگهندو هو ۽ نه ڪو "در وارو". تنهن ڪري امام ترمذي رحمت الله عليه لکي ٿو:

"عَنْ جَابِرٍ قَالَ: دَعَا رَسُوْلُ اللهِ ﷺ عَلِيًّا يَوْمَ الطَّائِفِ فَانْتَجَاهُ، فَقَالَ النَّاسُ: لَقَدْ طَالَ نَجْوَاهُ مَعَ ابْنِ عَمِّهِ، فَقَالَ رَسُوْلُ اللهِ ﷺ مَا انْتَجَيْتُهُ وَلٰكِنَّ اللهَ انْتَجَاهُ"

يعني "حضرت جابر رضي الله عنه بيان ڪيو آهي ته طائف واري ڏينهن رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم حضرت علي عليه السلام کي سڏ ڪري انهن سان سرگوشي ڪئي ته ماڻهو چوڻ لڳا: حضور صلي الله عليه وآله وسلم جي پنهنجي سئوٽ سان سرگوشي ڊگهي ٿي وئي آهي. ان تي رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو: مون ان سان سرگوشي ڪونه ڪئي آهي، پر الله تعاليٰ ان سان سرگوشي ڪئي آهي."

(ڏسو جامع ترمذي ص 848 حديث 3726، مسند ابي يعلي ج 2 ص 323 حديث 2160 وط: ج 4 ص 118 حديث 2163، اسدالغابه ج 4 ص 116، جمع الجوامع ج 14 ص 221 حديث 10285، وغيره وغيره).

خلاصو اهو آهي ته حضرت علي عليه السلام "گهر وارن" مان وري ايترو خاص هيا جو ان سان رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جي ذريعي الله تعاليٰ سرگوشي ڪندو هو.

# ”گهر وارا ۽ در وارا“ اصحابن سڳورن جي نظر ۾

”گهر وارا ۽ در وارا“ جو محاورو جاهلن يا رافضين جو بغض يا حماقت ڪونهي، بلڪ الله وٽ ۽ ماڻهن وٽ اهڙي حقيقت آهي جنهن کي ڪوڙو ڪرڻ بدبختي، ناداني، گمراهي ۽ ضلالت آهي. اها عام ڳالهه آهي تہ جڏهن ڪو شخص ڪنهن پاڻ سان ڪنهن جي خاص شرافت ۽ محبت تي ٻڌل تعلقات جو اظهار ڪرڻ گهرندو آهي تہ چوندو آهي: ”انهن سان تہ اسان جا خانداني لاڳاپا آهن.“ يعني انهن جي ۽ اسان جي گهر واري ڳالهه آهي، تنهنڪري گهر جي اندران ۽ گهر جي ٻاهران جي وچ ۾ فرق جي اهميت جو انڪار ڪرڻ بيڪار ڳالهه ئي نہ پر بيوقوفي آهي. اچو! هن فرق کي سمجهائڻ لاءِ اسان توهان جي سامهون عام ماڻهن جي ڳالهه سان گڏ اصحابن سڳورن جي نظر مطابق بہ هڪڙو مثال پيش ڪيون ٿا.
امام بخاري ۽ امام مسلم حضرت اسود رضي الله عنہ بن يزيد کان روايت ڪئي آهي تہ ان ٻڌايو:

”سَمِعْتُ اَبَا مُوْسیٰ لْاَشْعَرِیْ يَقُوْلُ: قَدِمْتُ اَنَا وَاَخِیْ مِنَ الْيَمَنِ، فَمَكَثْنَا حِنًا، مَا نُرٰیْ اِلَّا اَنَّ عَبْدَ اللهِ بْنَ مَسْعُوْدٍ رَجُلُ مِنْ اَهْلِ بَيْتِ النَّبِیِّ ﷺ وفی روایت: مِنْ كَثْرَتِ دُخُوْلِهِمْ وَلُزُوْمِهِمْ لَهُ“

يعني ”مون حضرت ابوموسيٰ اشعري کي بيان ڪندي ٻڌو، ان چيو: مان ۽ منهنجو ڀاءُ يمن کان آياسين تہ ڪجهہ وقت تائين هتي رهيا پيا هياسين. ان عرصي ۾ اسان حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ کي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اهلبيت مان سمجهندا رهياسين، انهيءَ ڪري جو اسان ان جو ۽ ان جي امڙ جو نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي گهر ۾ گهڻو اچڻ وڃڻ ڏٺو هو. هڪڙي ٻي روايت آهي: انهن جو اڪثر بارگاهہ نبوي ﷺ ۾ حاضر رهڻ ۽ پاڻ سڳورن جي خدمت ۾ رهڻ جي ڪري.“

(ڏسو بخاري: ڪتاب فضائل اصحاب النبي ﷺ، باب مناقب عبدالله بن مسعود رضہ ص 511 حديث 3763، ڪتاب المغازي، باب قدوم الاشعريين واهل اليمن ص 596 حديث 4384، صحيح مسلم: ڪتاب فضائل الصحابہ، باب من فضائل عبدالله بن مسعود و امه رضي الله عنهما ص 1149 حديث 2460).

ڏسو! ڪاشانئہ نبوي ﷺ ۾ ڪثرت سان اچڻ وڃڻ ڏسي ڪجهہ اصحابن عبدالله بن مسعود رضہ ۽ ان جي امڙ کي اهلبيت تصور ڪري ورتو ۽ ان ڳالهہ کي انهن جي فضيلت سمجهيو. اهوئي سبب آهي تہ محدثن بہ ان ڳالهہ کي انهن جي فضائل ۾ ڳڻيو آهي. هاڻي توهان پاڻ اندازو ڪيو تہ جڏهن ڪنهن جو ڪاشانہ نبوي ﷺ ۾ ڪثرت سان اچڻ وڃڻ بين تي ان جي فضيلت جو سبب ٿي ويو تہ پوءِ جيڪا هستي ڪاشانہ نبوي ﷺ جو بہ حصو هجي، جسم نبوي ﷺ جو بہ حصو هجي ۽ "اَنۡفُسَنَا وَاَنۡفُسَكُم" جوبہ نمونو ۽ مثال هجي تہ ان جي رتبي جو ڪھڙو عالم هوندو؟ ڇا اهڙي هستيءَ تي ڪنهن کي قياس ڪري سگهجي ٿو؟

## سَلۡمَانُ مِنَّا اَهۡلُ الۡبَيۡتِ

"گهر وارا" ۽ "در وارا" برابر ڪونہ آهن. ان تي هيءَ حديث بہ ثبوت پيش ڪري ٿي. خندق واري لڙائي جي موقعي تي جڏهن کاهي (خندق) کوٽڻ جي شروعات ٿي، جيڪا حضرت سلمان فارسي رضي الله عنہ جي مشوري تي کوٽي پئي وئي، ان ڏينهن مهاجر ۽ انصاري، ٻئي ٽولا حضرت سلمان رضي الله عنہ جي باري ۾ دعوي ڪرڻ لڳا:

"فَقَالَ الۡمُهَاجِرُوۡنَ : سَلۡمَانُ مِنَّا، وقَالَتِ الۡاَنۡصَارُ : سَلۡمَانُ مِنَّا، فَقَالَ رَسُولُ اللهِ ﷺ: سَلۡمَانُ مِنَّا اَهۡلَ الۡبَيۡتِ " يعني "مهاجرن چيو: سلمان اسان مان آهي ۽ انصارن چيو: سلمان اسان مان آهي، پر رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: سلمان اسان اهلبيت مان آهي."

(ڏسو المعجم الڪبير ج 6 ص 213 حديث 6040، طبقات الڪبريٰ ابن سعد ج 4 ص 76 ۽ 77، المستدرڪ الحاڪم ج 8 ص 198 حديث 6684 ۽ 6686، معرفة الصحابہ: ابي نعيم ج 3 ص 1329، وغيره).

**هن حديث جي سَنَد ۾ هڪڙو راوي ڪثير بن عبدالله بن عمرو بن عوف آهي ۽ ان تي سخت اعتراض ڪيو ويو آهي، ايستائين جو ڪن ان کي ڪوڙ هڻندڙ بہ چيو آهي. پر حافظ ابن حجر عسقلاني لکي ٿو:**

"اَفْرَطَ مَنْ نَسَبَهُ اِلَى الْكِذْبِ" **يعني "جنهن ان کي ڪوڙ هڻندڙ چيو ان زيادتي ڪئي."** (ڏسو تقريب التهذيب ص 808).

**ذهبي بہ ڪوڙ هڻڻ واري الزام کي تسليم نہ ڪيو آهي، تنهنڪري ان هن حديث کي ڪوڙو (موضوع) چوڻ کان پرهيز ڪئي ۽ چيو: هن جي سَنَد ضعيف آهي. حافظ هيثمي فرمائي ٿو: ان کي جمهور ضعيف چيو آهي ۽ امام ترمذي ان جي هڪڙي حديث کي حَسن قرار ڏنو آهي.** (ڏسو مجمع الزوائد ج 13 ص 291 حديث 10193).

**حضرت علي عليہ السلام کان بہ اها حقيقت ثابت آهي. جنهن موجب هڪڙي روايت ۾ آهي تہ ماڻهن انهن کان ڪيترائي پيرا اصحابن سڳورن جي باري ۾ معلوم ڪيو تہ انهن هر هڪ جي باري ۾ مخصوص تعريفي جملا فرمايا ۽ جڏهن حضرت سلمان رضي الله عنہ جي باري ۾ پڇيو تہ ارشاد فرمايو:**

"اَدْرَكَ عِلْمَ الْاَوَّلِ وَالْعِلْمَ الْاٰخِرَ، بَحْرًا لَا يُدْرَكُ قَعْرُهُ، وَهُوَ مِنَّا اَهْلَ الْبَيْتِ" **يعني "ان پهريون علم هٿ ڪيو ۽ آخري علم بہ پرايو، اهو اهڙو سمنڊ آهي جنهن جي اونهائيءَ جي خبر نٿي لڳي سگهي ۽ اهو اسان اهلبيت مان آهي."**

(ڏسو سيراعلام النبلاء ج 2 ص 388، المعجم الڪبير ج 6 ص 213 ۽ 214 حديث 6041 ۽ 6042، حيلة الاولياء ج 1 ص 187).

**پاڻ فيصلو ڪيو تہ حضرت سلمان فارسي رضي الله عنہ جو اعلانيا اهلبيت مان هجڻ ان جي ٻين اصحابن سڳورن تي فضيلت جو دليل آهي يا نہ؟ جيڪڏهن آهي ۽ يقيني طور آهي، تہ جڏهن اعلان ٿيل**

موجب اهلبيت مان هجڻ فضيلت جو سبب آهي ته پوءِ حقيقت ۾ اهلبيت (گهر وارن) مان هجڻ فضيلت جو سبب هوندو يا نه؟ جيڪڏهن هوندو ته پوءِ حقيقت کي مجيو ۽ "گهر وارن" ۽ "در وارن" ۾ فرق جا قائل ٿي وڃو.

## "گهر وارن" جي اهميت ۾ ڪجهه حديثن جي تحقيق

اچو هاڻي اهڙين حديثن تي غور ڪيون ٿا جيڪي "گهر واري" ۽ "در واري" مسئلي ۾ واضح نص جي حيثيت رکن ٿيون ۽ انهن حديثن مان واضح ٿي وڃي ٿو ته الله تعاليٰ، رسول الله ﷺ ۽ جبرائيل عليہ السلام جي نظر ۾ به "گهر وارا ۽ در وارا" برابر ڪونه آهن. ۽ جيڪو مقام حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام جو آهي اهو "الف" کان وٺي "ي" تائين ڪنهن به اصحابيءَ کي نصيب ٿي نه سگهيو. تنهنڪري امام ترمذي رحمت الله عليہ لکيو آهي:

"حَدَّثَنَا مُحَمَّدُ بْنُ بَشَّارٍ، قَالَ: حَدَّثَنَا عَفَّانُ بْنُ مُسْلِمٍ وَ عَبْدُ الصَّمَدِ بْنُ عَبْدِ الْوَارِثِ، قَالا: حَدَّثَنَا حَمَّادُ بْنُ سَلَمَةَ، عَنْ سِمَاكِ بْنِ حَرْبٍ، عَنْ أَنَسِ بْنِ مَالِكٍ، قَالَ: بَعَثَ النَّبِيُّ ﷺ بِبَرَاءَةٌ مَعَ اَبِيْ بَكْرٍ، ثُمَّ دَعَاهُ، فَقَالَ: لاَ يَنْبَغِي اَنْ يُّبَلِّغَ هٰذَا اِلاَّ رَجُلٌ مِّنْ اَهْلِي، فَدَعَا عَلِيًّا فَاَعْطَاهُ اِيَّاهُ"

يعني "حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ بيان ڪيو آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سورت برات (توبه) سان حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ کي موڪليو پوءِ ان کي سڏي ورتو پوءِ فرمايو: مناسب ڪونهي ته ان کي منهنجي اهلبيت کان سواءِ ڪو ٻيو شخص پهچائي. پوءِ پاڻ سڳورن حضرت علي عليہ السلام کي سڏرايو ته ان کي معاهدي ختم ڪرڻ وارو اهو پيغام عطا ڪيو."

(ڏسو جامع ترمذي ج 5 ص 169 حديث 3090، صحيح سنن ترمذي: الباني ج 3 ص 245 حديث 3090، سنن الڪبريٰ نسائي ج 7 ص 435 حديث 8406 وط: ج 5 ص 128 حديث 8460).

ڪجھ ماڻھن ھن حديث کي ضعيف قرار ڏيڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي آھي. جيئن تہ ھن حديث ۾ حضرت علي عليہ السلام جي خصوصيت جو ذڪر ٿيل آھي، انھيءَ ڪري انھن ماڻھن کي خاص طور تي ان جي متن ۾ ناپسنديدگي محسوس ٿي آھي، ۽ اھو اھڙو اندروني مرض آھي جنھن کان خوش نصيب ماڻھو ئي محفوظ رھي سگھن ٿا. اعاذالله تعاليٰ منه. ليڪن گھڻن ئي بزرگن ھن حديث کي حَسن يا صحيح مڃيو آھي. تنھنڪري حافظ ابن حجر عسقلاني ھن حديث کي حَسن چيو آھي. شيخ احمد زين ھڪڙي جاءِ تي حَسن ۽ ٻي جاءِ تي صحيح چيو آھي. شيخ محمدعوامہ ھن حديث کي حَسن مڃيو آھي. شيخ ابواسحاق حويني ھن جي سَنَد کي صحيح چيو آھي. شيخ وصي الله ھن جي ھڪڙي سَنَد کي حَسن ۽ ٻي کي صحيح چيو آھي. شيخ حسين سليم اسد ھن جي سَنَد کي حَسن مڃيو آھي.

(ڏسو فتح الباري ج 10 ص 168 حديث 4656؛ مسند احمد بن حنبل بتحقيق احمد زين ج 11 ص 118 حديث 13147 ۽ ص 330 حديث 13952؛ وغيره).

ھن مضمون جي اڪثر حديثن کي امام نسائي رحمت الله عليہ جمع ڪيو آھي. انھن سڀني حديثن جي تشريح لاءِ راقم الحروف جي ڪتاب ”شرح خصائص علي عليہ السلام“ جو مطالعو ڪيو. ان کان علاوه حافظ ابن حجر عسقلاني رحمت الله عليہ بہ اھڙيون حديثون گڏ ڪري انھن جي وچ ۾ ھڪجھڙائي ڏيکاري تشريح ڪئي آھي.

(ڏسو فتح الباري ج 10 ص 164 حديث 4656 ۽ 4657).

ڪجھ حديثن ۾ آھي تہ جڏھن حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ واپس آيا تہ عرض ڪيو:

”يَارَسُولَ اللهِ نَزَلَ فِيَّ شَيءٌ؟ قَالَ: لا، وَلٰكِنَّ جِبرِيلَ جَاءَنِي فَقَالَ: لَن يُؤَدِّيَ عَنكَ اِلَّا اَنتَ اَورَجُلٌ مِنكَ“

يعني ”يارسول الله! ڇا منھنجي خلاف ڪا شئي نازل ٿي آھي؟ فرمايائون: نہ، پر جبرائيل عليہ السلام مون وٽ آيو تہ ان چيو: توھان جي ذميواري توھان ادا ڪندا يا توھان مان ڪوئي شخص.“

(ڏسو فضائل الصحابہ ج 2 ص 876 حديث 1203؛ مسند احمد ج 1 ص 151 حديث 1297؛ مجمع الزوائد ج 7 ص 29؛ وغيره وغيره).

**هن حديث جي هڪڙي راوي محمد بن جابر سحيمي يمامي ۾ اختلاف آهي، تڏهن بہ مون تهذيب التهذيب ۾ ان جو احوال پڙهيو آهي، ان ۾ ڪنهن بہ ان تي ڪوڙ هڻڻ يا گهٽ وڌائي ڪرڻ جو الزام ڪونهي لڳايو. ان کان علاوه، حافظ هيثمي لکيو آهي:**

**”هن ۾ هڪڙو شخص محمد بن جابر سحيمي آهي ۽ اهو ضعيف آهي، تڏهن بہ ان جي توثيق بہ ڪئي وئي آهي.“** (ڏسو مجمع الزوائد ج 7 ص 29).

**اهوئي سبب آهي تہ حافظ رحمت الله عليہ ”تقريب“ ۾ ان کي سچو چيو آهي.** (ڏسو تقريب التهذيب ص 831).

**ڌيان طلب اها ڳالھ آهي تہ جيڪو ڪجھ ان جي روايت ڪيل حديث ۾ ذڪر ٿيل آهي اهوئي مفهوم ان کان پهرين حديث ۾ بہ ذڪر ٿيل آهي، ۽ اهو بہ ظاهر آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪوبہ قدم پنهنجي خواهش سان ڪونہ کڻندا هيا. تنهنڪري هن حديث ۾ جبرائيل عليہ السلام جي حاضر ٿيڻ جي ڳالھ حق جي خلاف ڪونهي. تنهنڪري حضرت علي عليہ السلام کان نقل ٿيل هڪڙي صحيح حديث ۾ آهي تہ جڏهن حضرت علي عليہ السلام حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ کان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي لکت واپس ورتي ۽ حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ دل ۾ ڏُک رکي بارگاھہ نبوت ﷺ ۾ واپس آيو تہ عرض ڪيو:**

”يَارَسُولَ اللهِ اَنَزَلَ فِيَّ شَيءٌ؟ قَالَ :لاَ ، اِلا اَنِّي اُمِرتُ اَن اُبَلِّغَہُ اَنَا، اَورَجُلٌ مِن اَهلِ بَيتِي.“

**يعني ”يا رسول الله! ڇا منهنجي باري ۾ ڪجھ نازل ٿيو آهي؟ فرمايائون: نہ، مگر اهو تہ مونکي حڪم ڏنو ويو آهي تہ اهو مان پاڻ پهچايان يا منهنجي اهلبيت جو ڪوئي شخص پهچائي.“**

(ڏسو سنن الڪبريٰ نسائي ج 7 ص 435 حديث 8407).

شيخ ابواسحاق حويني الاثري هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي. (ڏسو خصائص علي بتحقيق الحويني ص 83 حديث 73).

هي حديث خود حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ کان بہ هن سَنَد "حَدَّثَنَاوَكِيعٌ، قَالَ: قَالَ اِسرَائِيلُ: قَالَ اَبُواِسحَاقَ: عَن زَيدِ بنِ يُثَيعٍ، عَن اَبِي بَكرٍ" سان بہ نقل ٿيل آهي، ان جي آخر ۾ آهي تہ جڏهن اهو بارگاهہ نبوي ﷺ ۾ واپس حاضر ٿيو تہ روئي ڏنائين ۽ عرض ڪيو:

"يَارَسُولَ اللهِ حَدَثَ فِيَّ شَيءٌ؟ قَالَ: مَاحَدَثَ فِيكَ إلاَّ خَيرٌ، وَلاكِن اُمِرتُ اَن لاَّ يُبَلِّغَهُ اِلاَّ اَنَا اَورَجُلٌ مِّنِي."

يعني "يارسول الله! ڇا منهنجي باري ۾ ڪا نئين ڳالهہ ظاهر ٿي آهي؟ فرمايائون: تنهنجي باري ۾ خير کان علاوه ڪجهہ بہ ظاهر نہ ٿيو آهي، پر مونکي حڪم ڏنو ويو آهي تہ اها ڳالهہ مان پاڻ پهچايان يا مون مان ڪوئي شخص پهچائي."

(ڏسو مسند احمد بتحقيق احمدشاڪر ج 1 ص 168 حديث 4، مسند ابن يعلي ج 1 ص 100 حديث 104، مجمع الزوائد ج 3 ص 238 ۽ 239).

## لَايُؤَدِّى عَنِّى تي شيخ ابن تيميہ وغيره جي زيادتي

حافظ هيثمي بنا ڪنهن فرق جي هن حديث جي سيني راوين کي ڀروسي وارو (ثقہ) مڃيو آهي، شيخ احمد شاڪر لکيو آهي: هن جي سَنَد صحيح آهي ۽ شيخ حسين سليم اسد مسند احمد يعلي جي تحقيق ۾ هن جي ماڻهن کي ڀروسي وارو (ثقہ) چيو آهي پر مجمع الزوائد جي تحقيق ۾ لکيو آهي: "هٰذا حَدِيثٌ مُنكَرٌ" يعني "هي حديث ناقابل اعتبار آهي" ۽ دليل ۾ مشهور زرائغ جورقاني، ابن تيميہ ۽ ابن ڪثير جي غير مناسب راين کي نقل ڪيو آهي. ائين ئي شيخ شعيب الارنووط ڪري ڇڏيو آهي. ان هڪڙي ڳالهہ هيءَ بہ لکي آهي: "اِسنَادَهُ ضَعِيفٌ، رِجَالُهُ ثِقَاتٌ رِجَالُ الشَّيخَينِ غَيرَزَيدِ بنِ يُثَيعٍ" يعني "هن جي سَنَد ضعيف آهي، زيد بن

يثيع کان سواءِ ان جا راوي پروسي وارا (ثقہ) آهن ۽ شيخين (بخاري، مسلم) جا راوي آهن.

انهن ٻنهي بزرگن (شيخ حسين سليم اسد ۽ شيخ الارنووط) جو ائين لکڻ حق جي خلاف آهي. اهو ڪيئن؟ ان جو تفصيل شيخ ابن تيميہ جي ان عبارت کان پوءِ اچي رهيو آهي جنهن کي انهن ٻنهي بزرگن نقل ڪيو آهي. شيخ ابن تيميہ لکي ٿو:

”وَكَذَالِكَ قَولُهُ ”لَا يُؤَدِّیْ عَنِّیْ اِلَّا عَلِیٌّ“ مِنَ الْكِذْبِ ، وَقَالَ الْخَطَّابِیُ فِی كِتَابِ ”شِعَارُ الدِّيْنِ “وَقَوْلُهُ ”لَا يُؤَدِّیْ عَنِّیْ اِلَّا رَجُلٌ مِّنْ اَهْلِ بَيْتِی“ ......وَبَعْثُ عَتَّابَ بْنَ اُسَيْدِ اِلٰی مَكَّةَ فَاَيْنَ قَوْلُ مَنْ زَعَمَ اَنَّهُ لَا يُبْلَغُ عَنْهُ اِلَّا رَجُلٌ مِنْ اَهْلِ بَيْتِی؟“

يعني ”اهڙيءَ طرح حديث ”لَا يُؤَدِّیْ اِلَّا عَلِیٌّ“ (منهنجي طرف کان ڪير بہ نہ مگر علي عليہ السلام ادا ڪندو) ڪوڙ آهي. خطابي پنهنجي ڪتاب ”شعارالدين“ ۾ چيو آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو قول ”لَا يُؤَدِّیْ عَنِّیْ اِلَّا رَجُلٌ مِنْ اَهْلِ بَيْتِیْ“ (منهنجي ذميواري ٻيو ڪير نہ پر منهنجي اهلبيت مان ڪو شخص ادا ڪندو) هيءَ اهڙي ڳالهہ آهي جنهن کي ڪوفي ماڻهن زيد بن يثيع کان آندو آهي ۽ اهو روايت ۾ الزام لڳل شخص آهي ۽ ان جي رفض ڏانهن نسبت آهي.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي طرفان اڪثر ماڻهن تبليغ ڪئي ۽ اهي غيراهلبيت هيا، تنهنڪري رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اسعد بن زراره کي مديني منوره ڏانهن موڪليو تہ جيئن اهو ماڻهن کي اسلام جي دعوت ڏئي، انصارن کي قرآن سيکاري ۽ انهن کي دين سمجهائي. اهڙيءَ طرح علاء حضرمي کي بحرين ڏانهن موڪليو معاذ بن جبل ۽ ابوموسيٰ اشعري کي يمن ڏانهن موڪليو ۽ عتاب بن اسيد کي مڪي ڏانهن موڪليو. پوءِ ان شخص جو قول ڪيڏانهن ويو جنهن چيو: حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان سندن اهلبيت کان سواءِ ڪنهن بہ تبليغ نہ ڪئي.“ (ڏسو منهاج السنه ج 5 ص 63).

## شيخ ابن تيميہ وغيره جي زيادتي جو پيچو

شيخ ابن تيميہ جي مٿي ذڪر ڪيل عبارت گهٽ ۾ گهٽ ڇهن سببن ڪري باطل آهي: توڙي جو شيخ ابن تيميہ اها ڳالهه علامہ خطابي جي حوالي سان ذڪر ڪئي آهي، پر علامہ خطابي جو "شعارالدين" نالي ڪتاب هن دنيا ۾ لکت يا ڇپائي جي صورت ۾ موجود ئي ڪونهي. ممڪن آهي شيخ جي دور تائين موجود هجي، تڏهن بہ جيئن تہ "نقل جي لاءِ عقل گهرجي" ۽ جيئن تہ شيخ عقل کان ڪم نہ ورتو آهي انهيءَ ڪري اسان هيٺين سٽن ۾ پنهنجي ترديد جو نشانو ان کي ئي ڪنداسين.

## شيخ ابن تيميہ جو ڪوڙ ڳالهائڻ

شيخ ابن تيميہ جي ٻيهرين زيادتي اها آهي تہ ان حديث "لَا يُؤَدِّيْ عَنِّيْ اِلَّا عَلِيٌّ" کي ڪوڙ چيو آهي. ان جي اها ڳالهه باطل، مردود ۽ پاڻ ڪوڙ آهي. اصل ۾ ان پنهنجي ڪتاب "منهاج السنة النبوية في نقص ڪلام الشيعة القدرية" ۾ طريقو ئي اهو رکيو آهي جو بنا ڪنهن دليل جي اهو حديث کي رد ڪري ڇڏي ٿو ۽ رعب وجهڻ لاءِ چئي ڇڏيو ٿو: "هٰذَا حَدِيْثٌ مَوْضُوْعٌ عِنْدَ اَهْلِ الْمَعرِفَةِ بِالْحَدِيْثِ" يعني "هيءَ حديث اهل معرفت محدثن جي نظر ۾ ڪوڙي آهي." ان تہ مشهور ۽ لڳاتار بيان ٿيندڙ حديث "مَنْ كُنْتُ مَولاهُ فَعَلِيٌّ مَولاهُ" تي بہ اهڙيءَ طرح هٿ صاف ڪيا آهن. پر ان جي ان ٻي ڍنگي انداز کي ان جي شاگردن کان وٺي دورِ حاضر تائين جي محققن رد ڪري ڇڏيو آهي. مثال طور، امام ذهبي، حافظ ابن ڪثير، حافظ ابن حجر عسقلاني، ناصرالدين الباني، شيخ ابواسحاق حويني، ڊاڪٽر منيرداني ۽ شيخ وصي الله وغيره. تفصيل جي لاءِ اسان جو ڪتاب "شرح خصائص علي عليہ السلام" ۾ حديث 85 جي تشريح غور سان پڙهو.

بحث هيٺ حديث "لَا يُؤَدِّيْ عَنِّيْ اِلَّا عَلِيٌّ" جي باري ۾ بہ ان جو اهوئي اڻ ڍنگو انداز آهي. هن حديث کي ڪوڙ چوڻ خود پاڻ ائين چوڻ ڪوڙ آهي، ڇوتہ هيءَ حديث اڪثر محدثن جي نظر ۾ صحيح ۽ ڪجھ جي نظر ۾ حَسن آهي. امام ترمذي ان کي حَسن، غريب ۽ صحيح چيو آهي ۽ الباني حَسن مڃيو آهي.

(ڏسو سنن ترمذي بتحقيق الباني ص 843 حديث 3719، سنن ابن ماجہ بتحقيق الباني ص 37 حديث 119، مشڪات بتحقيق الباني ج 3 ص 1720 حديث 6083، وغيره وغيره).

محي السنتہ امام بغوي ۽ خطيب تبريزي هن حديث کي "مناقب علي بن ابي طالب عليہ السلام" جي ٻئي فصل ۾ شامل ڪيو آهي ۽ ان فصل ۾ اهي ٻئي حضرات حَسن حديثون شامل ڪندا آهن. امام بغوي تہ باقاعده ان تي "من الحسان" جو عنوان بہ قائم ڪري ٿو.

(ڏسو مصابيح السنہ ج 4 ص 172 حديث 4768، مشڪات بتحقيق الباني ج 3 ص 1720 حديث 6083).

شيخ ناصر بن سعد الشثري بہ هن حديث کي حَسن مڃيو آهي.

(ڏسو المصنف ابن ابي شيبه بتحقيق ناصر بن سعد شثري ج 18 ص 57 حديث 34242).

شيخ حمزه احمد زين ٻن جاين تي هن حديث کي صحيح ۽ ٻن جاين تي حَسن چيو آهي. (ڏسو مسنداحمد بتحقيق حمزه احمد زين ج 13 ص 394 حديث 17435 ۽ ص 395 حديث 17439 ۽ ص 396 حديث 17440 ۽ 17441).

شيخ وصي الله بن محمد عباس، امام احمد جي فضائل الصحابہ جي تحقيق ۾ لکيو آهي: "اِسْنَادُهُ حَسَنٌ،صَحِيْحٌ لِغَيْرِهٖ" يعني "هن حديث جون سَنَدون حَسن آهن، پيروي ۾ صحيح آهن." (ڏسو فضائل الصحابہ ج 2 ص 742 حديث 1023).

حديثن تي اعتراض ڪرڻ ۾ شيخ احمد ميرين بلوشي سخت گير ثابت ٿيو آهي، پر ان بہ هن حديث کي هڪڙي جاءِ تي حَسن مڃيو آهي ۽ ٻي جاءِ تي لکيو آهي تہ هن جا سڀ راوي ڀروسي جوڳا (ثقہ) آهن. ان

کان سواءِ تہ ابواسحاق جي يادگيري آخري عمر ۾ ٺيڪ ڪونہ هئي ۽ حديث بيان ڪرڻ واري ان کان يادگيري ڪمزور ٿي وڃڻ کان اڳ۾ بہ ٻڌي آهي ۽ بعد ۾ بہ. (ڏسو خصائص علي بتحقيق البلوشي ص 86 ۽ 87 حديث 69 ۽ ص 91 حديث 74).

شيخ بلوشيءَ محدث ابواسحاق سبيعي جي يادگيري جي باري ۾ جيڪا ڳالهہ ڪئي آهي اها امانت جي خلاف آهي، ڇوتہ ان جي ذهني ڪمزوريءَ تي ڪوبہ اتفاق ڪونهي. تنهنڪري حافظ ذهبي لکي ٿو:

”عَمْرُو بِنْ عَبْدِاللهِ اَبُواسْحَاقِ السَّبِيْعِي، مِنْ اَئِمَةِ التَّابِعِيْنَ بِالْكُوفَةِ وَ اَثْبَاتِهِمْ، اِلَّا اِنَّهُ شَاخَ وَ نَسِيَ وَلَمْ يَخْتَلِطْ ،وَقَدْ سَمِعَ مِنْهُ سُفيَانُ بْنُ عُيَيْنَه،وَقَدْ تَغَيَّرَ قَلِيْلاً “

يعني ”عمرو بن عبدالله ابواسحاق سبيعي ڪوفي جي تابعي امامن ۽ مضبوط راوين مان آهي، پر ڪراڙو ٿي ويو هو ويسر هيس، پر ذهني ڪمزوريءَ جو شڪار ڪونہ ٿيو هو. ان کان سفيان بن عيينہ ٻڌو آهي ۽ ان جي يادگيري ٿوري متاثر ٿي هئي.“ (ڏسو ميزان الاعتدال ج 5 ص 236).

ڊاڪٽر بشار عواد معروف ۽ شيخ شعيب الارنووط ذهني ڪمزوريءَ جي ڳالهہ کي غلط قرار ڏيڻ کان پوءِ لکيو آهي:

”سفيان بن عيينہ ان کان ان جي ڪراڙپ ۾ ٻڌو آهي، تنهنڪري ان جي روايت ان کان مناسب ڪونهي ۽ اهوئي سبب آهي تہ شيخين (بخاري، مسلم) ان طريقي سان ان کان ڪجهہ روايت ڪونہ ڪئي آهي.“ (ڏسو تحرير تقريب التهذيب ج 3 ص 99).

ائين تہ ابواسحاق سبيعي شيخين (بخاري، مسلم) جو راوي آهي پر محدث سفيان بن عيينہ جي زباني صحيح بخاري ۽ صحيح مسلم ۾ ان کان ڪابہ روايت نقل نہ ڪئي وئي آهي. هتي هيءَ ڳالهہ بہ ڌيان ۾ رهي تہ جن حديثن جي سَنَد اسان جي بحث هيٺ آهي ان ۾ سفيان بن عيينہ جو نالو ڪونهي. اهوئي سبب آهي تہ شيخ ابواسحاق حويني لکيو آهي: ”هن حديث جي سَنَد صحيح آهي.“ (ڏسو ڪتاب الحلي بتخريج خصائص علي: حويني ص 82 حديث 71).

معلوم ٿيو تہ هيءَ حديث حَسن آهي ۽ شاهدين ۽ لاڳاپي سان صحيح آهي. تنهنڪري ابن تيميہ طرفان هن کي ڪوڙو چوڻ واري ڳالهہ مردود، باطل ۽ ڪوڙ آهي.

## شيخ ابن تيميہ جو زيد بن يثيع تي ڪوڙو الزام

شيخ ابن تيميہ بہ ڳالهہ اها لکي آهي تہ زيد بن يثيع "مُتَّهِمٌ فِی الرِّوَايَةِ" يعني "روايت ۾ الزام هيٺ آيل آهي." اصول حديث جي ڪتابن مطابق جڏهن ڪنهن راوي جي باري ۾ اها ڳالهہ چئي وڃي تہ ان مان اها مراد هوندي آهي "مُتَّهِمٌ بِالْكِذْبِ" يعني "جنهن تي ڪوڙ جو الزام هجي" يا "مُتَّهِمٌ بِالْوَضْعِ" يعني "جنهن تي حديث ٺاهڻ جو الزام هجي". حضرت زيد بن يثيع رضي الله عنہ نہ صرف اهو تہ انهن بنهي عيبن کان پاڪ هو بلڪ ڪنهن بہ ان تي ڪڏهن اهو الزام هڻڻ جي جرئت ئي نہ ڪئي آهي.

## شيخ ابن تيميہ جو زيد بن يثيع تي رافضيت جو الزام

شيخ ابن تيميہ حضرت زيد بن يثيع رضي الله عنہ جي باري ۾ هڪڙي ڳالهہ اها بہ لکي آهي: "مَنْسُوْبٌ اِلَى الرَّفْضِ " يعني "ان ڏانهن رافضيت جي نسبت ڏنل آهي." اهو بہ وڏو ڪوڙ آهي، ڪنهن بہ ان کي رافضي ڪونہ چيو آهي ۽ نہ ڪنهن ڪا ڪمزوري لکي آهي. اچو! ان جي حق ۾ ناليوارن محدثن جي موقف تي غور ڪيو.

مشهور محدث ابوالحسين احمد بن عبدالله العجلي طرابلسي وفات 261 هجري، ان جي تعارف ۾ فقط ايترو لکيو آهي:

"زَيْدُ بْنُ يَثِيْعٍ : كُوفِيٌّ، ثِقَةٌ تَابِعِيٌّ" يعني "زيد بن يثيع ڪوفي آهي، تابعي آهي ۽ ڀروسي جوڳو (ثقہ) آهي." (ڏسو معرفة الثقاة: العجلي ج 1 ص 380، تاريخ الثقاة: العجلي ص 172).

محدث ابن حبان بہ ان جو ڀروسي جوڳن ماڻهن (ثقات) ۾ ذڪر ڪيو آهي. (ڏسو تقريب الثقاة ص 494).

محدث ذهبي لکي ٿو:

"زَيْدُ بْنُ يَثِيْعٍ ، عَنْ اَبِي بَكْرٍ، وَاَبِي ذَرٍّ، وَعَنْهُ اَبُواسْحَاقَ فَقَطْ ،وَثِّقَ ." يعني "زيد بن يثيع حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ ۽ حضرت ابوذر غفاري رضي الله عنہ کان روايتون ڪيون آهن ۽ ان کان فقط ابواسحاق روايتون ڪيون آهن. ان جي تائيد ڪئي وئي آهي." (ڏسو الڪاشف للذهبي ج 1 ص 419).

محدث ابوالحجاج مزي، ذهبي، حافظ مغلطائي ۽ ابن حجر عسقلاني لکيو آهي:

"ان حضرت حذيفہ بن يمان رضي الله عنہ، علي بن ابو طالب عليہ السلام، ابوبڪر صديق رضي الله عنہ ۽ ابوذرغفاري رضي الله عنہ کان روايتون ڪيون آهن ۽ ان کان صرف ابواسحاق سبيعي روايتون ڪيون آهن، ڪنهن ٻئي ان کان روايت ڪونہ ڪئي آهي. ابن حبان ان جو ڀروسي جوڳن ماڻهن (ثقات) ۾ ذڪر ڪيو آهي. ابن حبان اهو بہ لکيو آهي تہ محدث العجلي بہ ان کي ڀروسي جوڳو (ثقہ) چيو آهي."

(ڏسو تهذيب الڪمال ج 10 ص 116 ۽ 117، تذهيب تهذيب الڪمال: ذهبي ج 3 ص 362، تهذيب التهذيب ج 3 ص 561، اڪمال تهذيب الڪمال: مغلطائي ج 5 ص 174).

حافظ ابن حجر عسقلاني تهذيب التهذيب جي حاصل مطلب ۾ لکيو آهي:

"زيد بن يثيع همداني ڪوفي ڀروسي جوڳو (ثقہ) آهي ۽ "مخضرم"* آهي." (ڏسو تقريب التهذيب ص 356).

---

*(نوٽ: محدثن جي اصطلاح ۾ "مخضرم" ان شخص کي چيو ويندو آهي جنهن کي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حياتي ۾ اسلام قبول ڪرڻ جو شرف تہ حاصل ٿيو پر اهو شخص پاڻ ڪريمن سان ملاقات ڪري نہ سگهيو هو.)

**حافظ مغلطائي لکيو آهي:**

**"ابوعبدالله بن خليفون بہ ان کي پروسي جوڳن ماڻھن (ثقات) ۾ ڳڻيو آهي."** (ڏسو اڪمال تهذيب الڪمال: مغلطائي ج 5 ص 175).

**اسماء الرجال جي عالمن مان ڪنھن بہ حضرت زيد بن يثيع رضي الله عنہ ڏانھن رافضيت جي نسبت ڪونہ ڏني آهي. پر ابن تيميہ کي شيعن طرفان پيش ڪيل حديث جي ترديد ۾ آساني ان ۾ نظر آئي تہ اهو هن حديث جي راوي کي رافضي قرار ڏئي ڇڏي تہ جيئن نہ رهي بانس نہ وڄي بانسري. هر دور ۾ خصائص مرتضوي عليہ السلام بيان ڪرڻ واري شخص جي خلاف نالي چڙهيل سنين وٽ اهو هٿيار تيار پيو هوندو آهي.**

**اندازو لڳايو! نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حياتيءَ مبارڪ ۾ اسلام جو شرف حاصل ڪرڻ وارو ۽ حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ کان حديث روايت ڪرڻ وارو شخص بہ رافضيت جي الزام کان محفوظ رهي نہ سگھيو تہ پوءِ توهان ۽ اسان جي ڪھڙي ڳالھہ آهي؟**

# شيخ ابن تيميہ جي بي خبري

**شيخ ابن تيميہ حديث "لَا يُؤَدِّيْ عَنِّيْ اِلَّا عَلِيٌّ" نقل ڪري پوري بحث ۾ حضرت زيد بن يثيع رضي الله عنہ کي ننديندو رهيو. جڏهن تہ حضرت زيد رضي الله عنہ حديث جو راوي ئي ڪونھي. اها حديث ابواسحاق سبيعي حضرت حَبش بن جناده سلولي رضي الله عنہ کان روايت ڪئي آهي. تنھنڪري علامہ ابن تيميہ، شيخ شعيب الارنووط ۽ شيخ حسين سليم اسد کي ابواسحاق سبيعي تي اندر جي باھہ ڪڍڻ گھربي هئي. افسوس! مجرم جيڪڏهن ڪو هيو بہ تہ ٻيو ڪو هيو پر انھن ٽنهي چڙهائي وري ڪنھن ٻئي بيڏوهي شخص تي ڪئي. هتي هي خيال بہ**

رهي تہ هن معاملي ۾ شيخ ابن تيميہ وغيره کان وڏيڪ مجرم اڄڪلهہ جا محقق آهن، ڇوتہ دورِ حاضر ۾ قديم ۽ جديد سڀ ڪتاب آساني سان ملي وڃن ٿا ۽ اصل عبارتن تائين رسائي بہ آسان آهي. انهيءَ ڪري اسان جي ساٿين جو اکيون بند ڪري شيخ ابن تيميہ جي عبارت کي نقل ڪري ڇڏڻ غفلت واري ڳالهہ نہ بلڪ خيانت واري ڳالهہ ۽ عمل آهي.

## شيخ ابن تيميہ جو مغالطو

بحث هيٺ حديثن ۾ معاهدي کي ختم ڪرڻ جي ڳالهہ ٿي رهي آهي. عربن جو دستور هو تہ جيڪڏهن معاهدي کي ختم ڪرڻو هوندو هو يا ان جي مدت پوري ٿيڻ تي اڳتي جي لائحہ عمل کان مخالف ڌر کي آگاهہ ڪرڻو هوندو هو تہ ان لاءِ ضروري سمجهيو ويندو هو تہ يا تہ اهو شخص پاڻ اچي جنهن معاهدو ڪيو هو يا ان جو ويجهو مائٽ اچي. علامہ ابن تيميہ ايترو سادڙو ماڻهو ڪونہ هيو جو انهن حديثن جي مطلب ۽ مقصد کي سمجهڻ کان قاصر هجي ها، پر مخالفت ڪرڻ ۽ ترديد ڪرڻ جي چڪر ۾ ان کان ايتري ڦُڙتي ٿي ويندي هئي جو اهو سڀ ڪجهہ وساري ويهندو هو. اسان پنهنجي ڪتابن ۾ گهڻا ڀيرا امام سبڪي ۽ حافظ ابن حجر عسقلاني جو اهو تبصرو نقل ڪري چڪا آهيون تہ ابن تيميہ رافضين جي ترديد ۾ تنقيصِ مرتضوي (علي عليہ السلام کي گهٽ ڏيکارڻ) جو مرتڪب ٿيو آهي ۽ گهڻين ئي صحيح حديثن سان هٿ چراند ڪئي اٿس. جڏهن اهو ڪاوڙ جي حالت ۾ رافضين جي ترديد ۾ غرق ٿي ويندو هو تہ لکندو ويندو هو ۽ سڏا ۽ هاڪاري پهلو ان کان اوجهل ٿي ويندا هيا. اهو پنهنجي ڪتاب جي جلد نمبر 5 ۾ بہ اهڙي صورتحال ۾ ڦاٿو آهي، جڏهن تہ اڳتي پنهنجي ڪتاب جي جلد نمبر 7 ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ جي

پنهنجي پٺيان حضرت علي عليہ السلام کي موڪلڻ جي حڪمت ان پاڻ بيان ڪئي آهي. جنهن موجب اهو لکي ٿو:

”وَاِنَّمَا اَرْدَفَهُ لِيَنْبِذَ الْعَهْدَ اِلَى الْعَرَبِ، فَاِنَّهُ كَانَ مِنْ عَادَتِهِمْ اَنْ لَّا يَعْقِدَ الْعُقُوْدَ وَيَنْبِذَ هَا اِلَّا السَّيِّدُ الْمُطَاعُ، اَوْ رَجُلٌ مِّنْ اَهْلِ بَيْتِهِ، فَلَمْ يَكُوْنُوا يَقْبَلُوْنَ نَقْضَ الْعُهُوْدِ اِلَّا مِنْ رَجُلٍ مِنْ اَهْلِ بَيْتِ النَّبِيِّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ“

يعني ”نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام کي تہ ان جي پٺيان فقط ان لاءِ موڪليو هو تہ اهو عربن سان معاهدو ختم ڪري، ڇوتہ عربن جي عادت هئي تہ اهي معاهدو ڪرڻ ۽ ختم ڪرڻ جو معاملو قوم جي معتبر سردار يا ان جي گهر جي ڀاتي سان ڪندا هيا. سو اهي ان وقت تائين معاهدو ختم ڪرڻ واري ڳالهہ قبول نہ ڪن ها، جيستائين نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پاڻ يا سندن اهلبيت جو ڪو شخص نہ هجي ها.“ (ڏسو منهاج السنه ج 7 ص 336).

# گهر وارن جي ضرورت

اسان بہ اهو چئون ٿا تہ انهن حديثن ۾ معاهدي کي ختم ڪرڻ جي لاءِ حضرت علي عليہ السلام کي موڪليو ويو ۽ اسان دينِ اسلام جي ڪرڻ ۽ نہ ڪرڻ وارين ڳالهين (امرونواهي) جو تبليغي معاملو حضرت علي عليہ السلام سان خاص نٿا سمجهون. دينِ اسلام جي تبليغ اهلبيت ۽ غيراهلبيت ٻئي ڪندا هيا، مگر مشڪل ۽ حساس معاملن کي حل ڪرڻ جي لاءِ اهلبيت جي ئي چونڊ ڪئي ويندي هئي. بَرات جي هن اعلان جي لاءِ بہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي حڪم ڏنو ويو هو تہ توهان پاڻ وڃو يا اهلبيت مان ڪو ڀاتي وڃي، جيئن گذريل حديثن ۾ لفظ ”اُمِرتُ“ يعني مونکي حڪم ڏنو ويو مان ظاهر آهي. پوئتي اڳ ۾ هڪڙي اهڙي حديث بہ گذري آهي جنهن ۾ جبرائيل عليہ السلام حاضر ٿي عرض ڪيو تہ توهان پاڻ وڃو يا توهان جي گهر جو ڪو ڀاتي

وڃي. تڏهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: هي ڪم يا تہ مان پاڻ ڪندس يا علي (عليہ السلام). ڪجھ حديثن ۾ تہ ايترو بہ آيو آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان ڪم لاءِ پاڻ کي يا حضرت علي عليہ السلام کي اڻتر سمجهيو. تنهنڪري امام احمد لکيو آهي:

”عَنْ حُنَشٍ ، عَنْ عَلِيٍّ أَنَّ النَّبِيَّ ﷺ حِينَ بَعَثَهُ بِبَرَاءَةٍ فَقَالَ: يَا نَبِيَّ اللهِ! إِنِّي لَسْتُ بِاللَّسِنِ وَلَا بِالْخَطِيبِ ،قَالَ: مَا بُدٌّ أَنْ يَذْهَبَ بِهَا أَنَا أَوْ تَذْهَبَ بِهَا أَنْتَ ،قَالَ: فَإِنْ كَانَ لَا بُدَّ، فَسَأَذْهَبُ أَنَا، قَالَ: فَانْطَلِقْ فَإِنَّ اللهَ يُثَبِّتُ لِسَانَكَ وَيَهْدِي قَلْبَكَ، ثُمَّ وَضَعَ يَدَهُ عَلَى فَمِهِ“

يعني ”حضرت حنش رضي الله عنہ روايت ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جڏهن حضرت علي عليہ السلام کي توبه سورت (برات) ڏئي موڪليو تہ ان عرض ڪيو: يارسول الله! نہ تہ مان فصيح ۽ بليغ آهيان ۽ نہ خطيب. پاڻ سڳورن فرمايو: اها ڳالھ لازمي آهي تہ يا تہ ان اعلان سان گڏ مونکي وڃڻو پوندو يا توهان کي. عرض ڪيائين: جيڪڏهن اڻتر آهي تہ مان وڃان ٿو. پاڻ سڳورن فرمايو: تہ پوءِ وڃ! بيشڪ الله تعاليٰ تنهنجي زبان کي ثابت رکندو ۽ تنهنجي سيني کي کولي ڇڏيندو. پوءِ پاڻ سڳورن ان جي وات تي پنهنجو هٿ مبارڪ رکيو.“

هن حديث کي شيخ احمدشاڪر صحيح چيو آهي، جڏهن تہ شيخ وصي الله بن محمدعباس ۽ ڊاڪٽر عامرحسن صبري حَسن مڃيو آهي. (ڏسو مسند احمد بتحقيق شيخ احمد شاڪر ج 2 ص 132 ۽ 133 حديث 1286؛ فضائل الصحابہ ج 1 ص 874 حديث 1201؛ زوائد عبدالله بن احمد بتحقيق ڊاڪٽر عامر حسن صبري ص 355 حديث 147؛ صحيح ابن حبان بتحقيق شعيب الارنووط ج 11 ص 451 حديث 5065).

اهو شيخ شعيب الارنووط جنهن کي هن مفهوم جي هڪڙي حديث جي متن ۾ نڪارت محسوس ٿي هئي ان بہ هن حديث کي حَسن مڃيو آهي. (ڏسو مسند احمد بتحقيق الارنووط ج 2 ص 423 ۽ 424 حديث 1287).

اهڙيءَ طرح اسلام جي پهرين لڙائي (جنگِ بدر) ۾ بہ مڪي جي ڪافرن غيراهلبيت کي پنهنجي مقابلي ۾ قبول نہ ڪيو هو تہ ”گهر وارن“ جو ئي مقابلي لاءِ وڃڻ اٽڪر ٿي ويو هو. تنهنڪري حضرت حمزه بن عبدالمطلب رضي الله عنہ، حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام ۽ حضرت عبيده بن حارث رضي الله عنہ مقابلي لاءِ ويا هيا. اهڙيءَ طرح ان ڪان اڳ۾ شعبِ ابي طالب ۾ هڪڙي عظيم ۽ مشڪل ترين تڪليف ۽ آزمائش مان بہ ”گهر وارا“ ئي گذريا هيا. حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنہ جيڪو حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو ناناڻن مان مائٹ هو ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان کي پنهنجو مامو چوندا هيا، ان بہ شعبِ ابي طالب ۾ ساٿ ڏنو هو. ان مان معلوم ٿيو تہ ڪجهہ ڪمن جي لاءِ ”گهر وارا“ ئي لازمي هوندا آهن.

## الله جي چونڊ ۽ گَهر وارا

گهر وارن جي مخصوص اهميت جو انڪار نٿو ڪري سگهجي، تنهنڪري اسلام ۾ گهڻائي ڳوڙها ۽ مُنجهيل معاملا ۽ مقام اهڙا آيا جيڪي ”در وارن“ ڪان حل ٿي نہ سگهيا تہ ”گهر وارن“ ڪان حل ڪرايا ويا. مثال طور، خيبر واري لڙائي جي فتح جي لاءِ پهريان ”در وارن“ بزرگن مان جيڪي سيني ڪان وڏيڪ ناليواريون شخصيتون هيون انهن کي موڪليو ويو هو مگر اهي سوپارو ٿيڻ ڪان سواءِ واپس موٽي آيا. تفصيل جي لاءِ ”شرح خصائص علي عليہ السلام“ نالي ڪتاب ۾ حديث نمبر 13 ۽ 14 جي شرح غور سان پڙهو. پوءِ ”گهر وارن“ مان هڪڙي شخص کي موڪليو ويو تہ ان جي هٿان الله تعاليٰ سوڀ عطا ڪئي هئي. ان کي سعوديہ جي هڪڙي عالم اهلبيت (گهر وارن) جي لاءِ ذخيره الاهي قرار ڏيندي لکيو آهي:

”فِيْهِ اَنَّ اللهَ تَعَالیٰ قَدْ يَدَّخِرُ لِبَعْضِ آلِ الْبَيْتِ مِنَ النَّصْرِ وَالْفَتْحِ وَالْهِدَايَةِ مَالاَ يَدَّخِرُ لِغَيْرِهِمْ“ يعني ”هن حديث ۾ دليل آهي تہ ڪيترن وقتن تي الله تعاليٰ

ڪجهہ اهلبيت حضرات ("گهر وارن") جي لاءِ فتح، مدد ۽ هدايت کي اهڙي شان سان ذخيرو رکندو آهي جو ٻين جي لاءِ اهڙيءَ طرح نہ رکندو آهي."
(ڏسو ڪتاب الاربعين في فضائل آل البيت الطاهرين ص 44).

سو جڏهن الله تعاليٰ اهلبيت (گهر وارن) کي وڏيڪ مخصوص مقام ڏنو آهي تہ ماڻهن کي ڪهڙو حق آهي تہ اهي انهن جي معاملن تي چون چرا ڪن؟ ان جي مرضي اهو جنهن کي جيترو گهري ۽ جيئن گهري نوازي ڇڏي. اهو قصص سورت ۾ ارشاد فرمائي ٿو:

"وَرَبُّكَ يَخْلُقُ مَا يَشَآءُ وَيَخْتَارُ مَا كَانَ لَهُمُ الْخِيَرَةُ سُبْحٰنَ اللهِ وَتَعٰلٰى عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿٦٨﴾" معنيٰ: تنهنجو رب جيڪي گهرندو آهي ۽ پسند ڪندو آهي اهو پيدا ڪندو آهي، باقي انهن ماڻهن کي ڪو اختيار ڪونهي، الله کي پاڪائي آهي ۽ جنهن کي ساڻس شريڪ ڪندا آهن تنهن کان گهڻو مٿانهون آهي ﴿٦٨﴾

# "گهر وارا"، "در وارا" ۽ آسماني فيصلا

اڄ جيڪڏهن "گهر وارن" کي "در وارن" کان وڏيڪ مان ۽ شان وارو چوڻ تي ڪوئي چڙي ٿو تہ اها ان جي بدقسمتي آهي، پر ان جي چڙڻ سان نہ تہ حقيقتون بدلائي ٿيون سگهجن ۽ نہ ئي منهن موڙي ٿو سگهجي. "گهر وارن" کي "در وارن" تي فوقيت ۽ فضيلت جا فيصلا آسمانن ۾ ٿي چڪا آهن. تنهنڪري امام ابن سعد، امام حاڪم ۽ امام احمدرضا حنفي رحمت الله عليهم لکن ٿا:

"حضرت محمد بن عمر بن علي بن ابوطالب رضي الله عنہ پنهنجي بابي سائين (عمر بن علي رضہ) کان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مون جعفر طيار رضي الله عنہ کي ڏٺو تہ اهو جنت ۾ اڏري رهيو هو ۽ ان جي پيرن مان رت وهي رهيو هو ۽ مون ڏٺو تہ زيد رضي الله عنہ جعفر طيار

رضي الله عنہ کان هيٺ اُڏري رهيو هو. مون چيو: منهنجو خيال نہ هو تہ زيد رضي الله عنہ جعفر رضي الله عنہ کان گهٽ هوندو. ان تي جبرائيل عليہ السلام حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيو: "اِنَّ زَيْدًا لَيْسَ بِدُوْنِ جَعْفَرَ وَلٰكِنَّا فَضَّلْنَا جَعْفَرًا لِقَرَابَتِهٖ مِنكَ" يعني "بيشڪ زيد رضہ جعفر طيار رضہ کان گهٽ ڪونہ هيو، پر ان جي توهان سان جيڪا ويجهڙائي هئي ان ويجهڙائي خاطر اسان ان کي فضيلت ڏني."

(ڏسو طبقات الڪبريٰ: ابن سعد ج 4 ص 338، وط: ج 4 ص 28، وط: ج4 ص 35؛ المتدرڪ الحاڪم ج 3 ص 209، وط: ج 4 ص 220 حديث 4991؛ فتاويٰ رضويہ ج 23 ص 236 ۽ ج 30 ص 626).

جبرائيل عليہ السلام جو اهو چوڻ تہ "فَضَّلْنَا جَعْفَرًا" يعني "اسان جعفر کي فضيلت ڏني." ان "اسان" ۾ جبرائيل امين عليہ السلام سان گڏ ٻيا ڪير آهن؟ لازمي طور ٻيا ملائڪ هوندا ۽ ڪوبہ ملائڪ الله جي مرضي ۽ مشيت کان سواءِ تہ ڪجهہ بہ ڪري نٿو سگهي. تنهنڪري لازمي مجڻو پوندو تہ الله تعاليٰ بہ گڏ هو. نتيجو اهو نڪتو تہ الله تعاليٰ ۽ ان جي ملائڪن جي نظر ۾ "گهر وارا" ۽ "در وارا" برابر ڪونہ آهن. جيڪڏهن ڪنهن جي نظر ۾ مٿي ڄاڻايل حديث جي سَنَد ڪمزور هجي تہ ان کي گهرجي تہ اهو هتي بخاري شريف جي حديث 1010 کي بہ شامل ڪري ڇڏي. ان ۾ ذڪر ٿيل آهي تہ جڏهن ڏڪار ٿيندو هو تہ ٻيو خليفو حضرت عمر رضي الله عنہ حضرت عباس بن عبدالمطلب رضي الله عنہ جي وسيلي سان دعا گهرندو هو تہ مينهن وسي پوندو هو. ان حديث کي شامل ڪرڻ سان جتي حضرت جعفر طيار بن ابوطالب رضي الله عنہ جي شان ۾ مٿي آيل عبارت واري حديث جو مضمون چٽو ٿي ويندو، اُتي هي حقيقت بہ پڌري ٿي ويندي تہ آسمانن ۾ "گهر وارن" ۽ "در وارن" جو قدر ۽ رتبو هڪجهڙو ڪونهي. اها اهڙي حقيقت آهي جنهن کي "در وارا" بہ سمجهندا هيا، مگر ناصبي کي اها ڳالهہ ڪڏهن بہ سمجهہ ۾ نہ ايندي.

## ”گهر وارن“ جي لاءِ نرالا فيصلا

ماڻهو هدايت يافته ۽ انعام يافته تڏهن قرار ڏنا ويندا آهن جڏهن اهي مسلسل پختگيءَ سان سڌي واٽ تي هلندا رهن ۽ ايمان جي گهُرجن کي مڪمل طور تي پورو ڪن. مگر ”گهر وارن“ جي لاءِ الله تعاليٰ وٽ انوکو دستور آهي ته ان ڇهن سالن جي معصوم ٻارڙن کي ڪنهن به قسم جي عمل کان اڳ۾ ئي هدايت يافته ۽ انعام يافته قرار ڏئي ڇڏيو ۽ جنت جو سردار به بڻائي ڇڏيو. غور ڪري ٻڌايو ته اهڙو ڪو ٻيو مثال آهي ته ڪنهن غيرنبي انسان جي لاءِ رياضت، مجاهدي، اعمال حسنه، مالي ۽ جاني قرباني کان اڳ۾ هدايت يافته ۽ انعام يافته هجڻ جو اعلان ڪيو ويو هجي. ياد رکو! رياضت، مجاهدي ۽ صالح اعمال کان پوءِ جا مثال پيش ڪري سگهجن ٿا مگر اعمالن کان اڳ۾ نه.

## ”گهر وارن“ جو رتبو ”در وارن“ کان پُڇو

گهڻن اهل سنت عالمن لکيو آهي ته حضرت عمر رضي الله عنه امامن سڳورن حضرات حسنين ڪريمين عليهم السلام جو وظيفو اهل بدر جي برابر مقرر ڪيو هو جڏهن ته انهن ٻنهي امامن سڳورن جو جنم ئي بدر واري لڙائي کان پوءِ ٿيو هو. ان جو سبب اهو ٻڌايو ”لِقَرَابَتِهِمَا بِرَسُوْلِ اللهِ“ يعني ”رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم سان انهن ٻنهي جي قرابت جي ڪري.“

(ڏسو تاريخ دمشق ج 14 ص 176؛ سيراعلام النبلاء: ذهبي ج 3 ص 266 ۽ 285).

علامه محب طبري هڪڙي ٻڳهي روايت نقل ڪئي آهي:

”مدائن جي فتح ۾ جيڪو مال آيو ان مان حضرت عمر رضي الله عنه حسنين ڪريمين عليهم السلام جي بارگاهه ۾ هڪ هڪ هزار درهم پيش ڪيا ۽ پنهنجي پُٽ عبدالله کي 500

درهم ڏنا. ان تي حضرت عبدالله رضي الله عنہ عرض ڪيو: اميرالمومنين! مان هڪڙو ڳڀرو جوان هيس، جڏهن تہ حَسن ۽ حسين (عليهم السلام) ان وقت ٻار هيا ۽ مديني جي گهٽين ۾ ڪيڏندا هيا، توهان انهن کي هڪ هڪ هزار ۽ مونکي فقط 500 ڏنا؟ حضرت عمر رضي الله عنہ فرمايو: ها، وڃ پهريان تون انهن ٻنهي جي پيءُ جهڙو پيءُ، انهن ٻنهي جي امڙ جهڙي ماءُ ۽ انهن ٻنهي جي ناني جهڙو پنهنجو نانو وٺي اچ ........ سو تون يقينن آڻي ڪونہ سگهندين."

(ڏسو الرياض النضرت ج 1 ص 340، دارالحڪمت العلميہ مختصر ڪتاب الموافقت بين اهل بيت والصحابہ: زمخشري ص 130 ۽ 131).

حضرت عمر رضي الله عنہ جي ان ورهاست تي پهريان منهنجي ذهن ۾ بخاري شريف جي اها حديث آئي جنهن ۾ ٽن مزدورن جو ذڪر آهي ۽ اها اسان اڳ ۾ بيان ڪري چڪا آهيون، پر پوءِ هڪدم خيال آيو تہ ٽئين مزدور کي بيشڪ ٻيڻ کان بہ وڌيڪ ڏنو ويو پر ان پوءِ بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪم تہ ڪيو هو جڏهن تہ حسنين عليهم السلام تہ ان خدمت کان اڳ ۾ ڪو ڪم ئي ڪونہ ڪيو هو. پوءِ اوچتو ياد آيو تہ حضرت عمر رضي الله عنہ سنتِ الاهي تي عمل ڪيو هو ڇوتہ الله تعاليٰ بہ ڪجهہ ڪرڻ کان اڳ ۾ ئي انهن ٻنهي ٻارڙن کي جنت جي جوانن جو سردار بڻايو آهي.

حضرت عمر رضي الله عنہ جي ان عملي طريقي مان اهو واضح ڪرڻ مقصد آهي تہ چاهي ڪنهن بہ "در واري" جي رياضت ۽ عبادت ڪيتري ئي گهڻي ۽ سٺي ڇونہ هجي، مگر ان جي نظر ۾ "گهر وارا" ۽ "در وارا" هڪجهڙا ڪونہ هيا. پهريان بہ عرض ڪيو ويو آهي تہ گذريل امتن مان ڪنهن بہ امتي جي رياضت ۽ عبادت چاهي ڪيتري بہ گهڻي ڇونہ هجي مگر اهو امتِ محمديہ جي ڪنهن مومن جي برابر ٿي نٿو سگهي. جڏهن اسان جي هڪڙي رات انهن جي هزار مهينن کان بهتر آهي تہ ڪهڙي برابري ۽ ڪهڙي ڀيٽ؟

اَنْتَ عِنْدِیْ مِثْلُهُ؟(ڇا توهان منهنجي نظر ۾ ان جهڙا آهيو؟)

حضرت عمر رضي الله عنہ جو هڪڙو ٻيو واقعو ٻڌو. امام ابن جوزي لکي ٿو:

”يحيٰ بن سعيد بيان ڪيو آهي تہ حضرت عمر رضي الله عنہ حضرت امام حسين عليہ السلام کي عرض ڪيو تہ اهي ڪجهہ ڪمن جي لاءِ ان وٽ ڪنهن وقت تشريف ڪڻي اچن. امام سڳوري فرمايو: مان ويس تہ دروازي تي مونکي عبدالله بن عمر رضي الله عنهما مليو. مون پڇيو: ڪٿان پيو اچين؟ ان چيو: اميرالمومنين وٽ وڃڻ پئي چاهيو پر اجازت ڪونہ ملي. اهو ٻڌي امام سڳورو بہ واپس هليو ويو. حضرت عمر رضي الله عنہ بعد ۾ پُڇيو: ڇا ٿيو جو توهان مون وٽ تشريف ڪڻي نہ آيا؟ امام سڳوري فرمايو: مان آيو هيس پر مونکي معلوم ٿيو تہ عبدالله بن عمر کي اجازت ڪونهي ملي تہ مان بہ واپس هليو ويس.

فَقَالَ عُمَرُ: وَاَنْتَ عِنْدِی مِثْلُهُ؟ وَاَنْتَ عِنْدِی مِثْلُهُ؟ وَهَلْ اَنْبَتَ الشَّعرَعَلَی الرَّاسِ غَيرُكُم؟

يعني، ان تي حضرت عمر رضي الله عنہ عرض ڪيو: ڇا توهان منهنجي نظر ۾ ان جهڙا آهيو؟ ڇا توهان منهنجي نظر ۾ ان جهڙا آهيو؟ اسان کي اها عظمت توهان کان سواءِ ڪنهن ڏني آهي؟

(ڏسو تاريخ عمر بن خطاب: ابن جوزي قديم ڇاپو ص 187، تاريخ دمشق ج 14 ص 175، اخبار عمر واخبار عبدالله بن عمر رضہ ص 319 ۽ 320).

ان مان معلوم ٿيو تہ ”در وارن“ ماڻهن مان چاهي اهو ڪيترو بہ وڏو مجاهد، زاهد ۽ عابد ڇو نہ هجي، حضرت عمر رضي الله عنہ جي نظر ۾ اهو ”گهر وارن“ جهڙو نٿو ٿي سگهي. ڇو؟ سبب آخر ۾ پاڻ ئي ٻڌائي ڇڏيائين تہ اسان کي جيڪا عظمت ۽ مرتبو مليو آهي اهلبيت جي ڪري ئي مليو آهي.

## اِنْزِلْ عَنْ مَجْلِسِ اَبِيْ (اسان جي بابا جي جاءِ تان هيٺ لهه)

”گهر وارا“ ۽ ”در وارا“ برابر ڪونه آهن، ان جو واضح ثبوت هيٺ ڄاڻايل ٻن واقعن ۾ موجود آهي. پهريون واقعو پهرين خليفي حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جو آهي ۽ ٻيو واقعو ٻئي خليفي حضرت عمر رضي الله عنه جو آهي. امام سيوطي رحمت الله عليه لکي ٿو:

> ”امام ابونعيم ۽ ٻين محدثن روايت ڪئي آهي ته حضرت امام حَسن مجتبىٰ عليه السلام حضرت ابوبڪر رضي الله عنه وٽ آيا ۽ ان وقت اهو منبر نبوي ﷺ تي ويٺو هو. امام حَسن عليه السلام فرمايو: اسان جي بابا جي ويهڻ واري جاءِ تان اُٿي. ان تي حضرت ابوبڪر رضي الله عنه عرض ڪيو: توهان سچ فرمايو آهي، بيشڪ هيءَ توهان جي بابا جي ويهڻ جي جاءِ آهي ۽ پوءِ ان کي پنهنجي جهوليءَ ۾ ويهاريو ۽ روئي ڏنائين. ان صورتحال تي حضرت علي المرتضىٰ عليه السلام فرمايو: الله جو قسم، اها ڳالهه مون نه چَورائي آهي. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه عرض ڪيو: توهان سچ فرمايو آهي، اسان توهان تي شڪ نٿا ڪريون.“

(ڏسو تاريخ الخلفاء ص 67؛ تاريخ دمشق ج 30 ص 307؛ جواهر العقدين: سمهودي ص 378؛ ڪنزالعمال ج 5 ص 616 حديث 14085 ۽ ج 13 ص 654 حديث 37662؛ صواعق المحرقہ ص 492).

## اِنْزِلْ عَنْ مِنْبَرِ اَبِيْ (منهنجي بابي جي منبر تان هيٺ لهه)

اهڙو واقعو امام حُسين عليه السلام جي حوالي سان به مشهور آهي، انهن اهڙي ڳالهه ٻئي خليفي حضرت عمر رضي الله عنه کي چئي هئي. جنهن موجب امام ذهبي صحيح سَنَد سان لکيو آهي:

**"حماد بن زيد:** حَدَّثَنَا يَحْيٰ بْنُ سَعِيْدِالْاَنْصَارِيْ ، عَنْ عَبِيْدِبْنِ حُنَيْنٍ، عَنِ الْحُسَيْنِ، قَالَ: صَعِدْتُ الْمِنْبَرَ اِلٰى عُمَرَ، فَقُلْتُ: اِنْزِلْ عَنْ مِنْبَرِاَبِيْ، وَاذْهَبْ اِلٰى مِنْبَرِ اَبِيْكَ ....... قَالَ اَيْ بُنَيَّ! وَهَلْ اَنْبَتَ عَلٰى رُؤُسِنَا الشَّعْرَاِلَّا اللهُ ثُمَّ اَنْتُم! وَوَضَعَ يَدَهٗ عَلٰى رَاْسِهٖ"

**يعني "حضرت عبيد بن حنين رضي الله عنہ حضرت امام حسين عليہ السلام کان روايت ڪئي آهي تہ انهن فرمايو: مان منبر وٽ حضرت عمر رضہ ڏانهن ويس ۽ چيو: منهنجي بابا جي منبر تان لهي وڃ ۽ پنهنجي پيءُ جي منبر تي وڃي ويهہ! ان (عمر رضہ) عرض ڪيو: منهنجي پيءُ جو تہ ڪو منبر ڪونہ هيو. پوءِ مونکي پاڻ سان گڏ ويهاريائين. جڏهن هيٺ لٿو تہ پڇيائين: ٻچڙا! اها ڳالهہ توکي ڪنهن سيکاري هئي؟ مون چيو: ڪنهن بہ نہ. عمر رضہ چيو: ٻچڙا! اسان جي مٿي تي جيڪي وار آهن اهي الله ڦُٽايا آهن. پوءِ توهان (يعني اسان جو اهو مقام توهان جي ڪري آهي) ۽ ان پنهنجو هٿ پنهنجي مٿي تي رکيو هو."**

(ڏسو سير اعلام النبلاء ج 3 ص 285. تاريخ بغداد ج 1 ص 151۽ 152. تاريخ دمشق ج 14 ص 176 ۽ ج 30 ص 307. تحفتہ اللطيفہ: سخاوي ج1 ص 295. وغيره وغيره).

**حافظ ابن حجر عسقلاني ۽ امام سيوطي رحمت الله عليهما بہ هن واقعي جي سَنَد کي صحيح چيو آهي.** (ڏسو الاصابہ ج 2 ص 69. تاريخ الخلفاء. دارالمنهاج ص 353. وط: دار ابن حزم ص 116).

**اهو آهي "گهر وارن" ۽ "در وارن" ۾ واضح فرق. پر ان فرق جو لحاظ فقط خلفاء راشدين وٽ هيو. بعد وارن ٻين حڪمرانن کي تہ انهن قدسي هستين جو زمين تي وجود ئي پسند ڪونہ هيو. فالله اعلم واعدل "وَسَيَعْلَمُ الَّذِيْنَ ظَلَمُوْٓا اَيَّ مُنْقَلَبٍ يَّنْقَلِبُوْنَ ﴿٢٢٧﴾" (سورت شعراء).**

# آخري ڳالهہ

”گهر وارن“ ۽ ”در وارن“ جي وچ ۾ فرق کي سمجهڻ جي لاءِ آخر ۾ اسان توهان کي تڪليف ڏيڻ گهرنداسين تہ پهريان تہ توهان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خاندان جي عظمت جو اندازو لڳائڻ جي لاءِ جبرائيل عليہ السلام جي ان عالمگير مشاهدي تي غور ڪيو. جيڪو ان پوري زمين تي موجود خاندانن جي پيٽ بيان ڪندي فرمايو هو تہ ان کي بنوهاشم جي خاندان کان افضل ڪوئي خاندان نہ مليو. پوءِ مختلف لفظن ۾ بيان ٿيل انهن ارشاداتِ نبوي ﷺ تي غور ڪيو تہ آقا فرمايو: ”هي مون مان آهن ۽ مان انهن مان آهيان.“ فاطمہ (سلام الله عليها) منهنجي جگر يا جسم جو ٽڪرو آهي. ظاهر آهي تہ ڪجهہ سببن جي ڪري جيڪو ”جزو هجڻ“ جو حڪم آهي اهوئي ”ڪُل“ جو حڪم آهي. موجوده دور ۾ تہ ان مسئلي کي سمجهڻ مشڪل ڪونهي، ڇوتہ هاڻي جسم مان ٿورڙو رت ڪڍي پوري جسم جي باري ۾ طئي ڪيو ويندو آهي تہ اهو جسم ڪيترو بيمار آهي ۽ ڪيترو نہ. ۽ ڪهڙي بيماري آهي ۽ ان جو ڪهڙو علاج آهي.

هتي تہ اهو آهي تہ ان جسم جي تجزئي جي ڳالهہ آهي جنهن جو اهو رت هيو. جڏهن تہ ڊي اين اي چڪاس سان تہ پوري خاندان جي سڃاڻپ ٿي ويندي آهي، مسئلا حل ٿيندا آهن ۽ مونجهارا آسان ٿي ويندا آهن. هاڻي مونکي انهن حديثن جي سمجهہ اچي ٿي تہ آخر نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم زور ڏئي ڇو فرمائيندا هيا تہ ”مان سفاح (زنا) سان پيدا ڪونہ ٿيو آهيان بلڪ هميشهہ نڪاح سان پيدا ٿيو آهيان.“ اها حڪمت بہ هاڻي سمجهہ ۾ اچي رهي آهي تہ بنوهاشم کي زناڪاري کان ايتري نفرت ڇو هئي، ۽ هيءَ ڳالهہ بہ هاڻي سمجهہ ۾ اچي

رهي آهي تہ ڪجھ اصحابي ڪاوڙ ۾ اچي ڪجھ بنو اميہ وارن کي بنو زرقاء چو چوندا هيا. مطلب تہ جيڪڏهن ہي کا ڳالھ نہ پر توهان فقط ڏي اين اي جي جزن تي غور ۽ فڪر ڪري خاندانِ نبوي ﷺ جي عظمت تي غور ڪندا تہ توهان اهو سمجهڻ ۽ چوڻ تي مجبور ٿي ويندا تہ "گهر وارا" ۽ "در وارا" برابر ڪونہ آهن."

هتي آخر ۾ هڪڙي قريشي ۽ هاشمي جي گفتگو پيش ڪيون ٿا، ٿورو ان ۾ غور ڪيو. امام ابومحمد قاسم بن ثابت سرقسطي (وفات 302 هجري)، لکي ٿو تہ هڪڙو دفعو حضرت عباس بن عبدالمطلب رضي الله عنہ ۽ حضرت عمر رضي الله عنہ گفتگو ڪري رهيا هيا تہ حضرت عمر رضہ جي زبان تي هي لفظ جاري ٿي ويا:

"عَلٰى رِسْلِكُمْ يَا بَنِىْ هَاشِمْ! فَاِنَّ رَسُوْلَ اللهِ ﷺ مِنَّا وَمِنْكُم، فَقَالَ لَهُ الْعَبَّاسُ : اَمَا زَعَمْتَ يَاعُمَر! اَنَّ رَسُوْلَ اللهِ ﷺ مِنَّا وَمِنْكُم، فَاِنَّ رَسُوْلَ اللهِ ﷺ مِنْ شَجَرَةٍ، نَحْنُ اَغْصَانُهَا، وَاَنْتُم جِيْرَانُهَا."

يعني "اي بنوهاشم! ڪجھ ٿانيڪا رهو، رسول الله ﷺ اسان مان بہ آهي ۽ توهان مان بہ، ان تي حضرت عباس رضہ فرمايو: اي عمر! تنهنجو هي خيال آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اسان مان بہ آهي ۽ توهان مان بہ، تہ ٻڌ! رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم هڪڙي وڻ مان آهن، اسان ان وڻ جو ٽاريون آهيون ۽ تون ان وڻ جو پروارو آهين."

(ڏسو ڪتاب الدلائل في غريب الحديث ج 2 ص 173).

جڏهن قريشي ۽ هاشمي ۾ ايترو فرق آهي تہ پوءِ جيڪي هجن ئي نبوي گهراڻي بلڪ جسم نبوي ﷺ جو حصو ۽ جن کي قرآن "اَنْفُسَنَا" يعني اسان جي جان چوي ۽ جنهن علي عليہ السلام کي سيدالعالمين صلي الله عليہ وآلہ وسلم "لَحْمَهُ لَحْمِىْ، دَمَهُ دَمِىْ" يعني ان جو گوشت منهنجو گوشت ۽ ان جو بدن منهنجو بدن چون، ۽ "كَنَفْسِىْ" يعني "منهنجي جان وانگر" فرمائين، ان علي عليہ السلام تي ڪنهن کي ڪيئن قياس ڪري سگهجي ٿو؟ خلاصو اهو آهي تہ "گهر وارن" ۽ "در

وارن“ ۾ ڪنهن بہ قسم جو مقابلو ۽ پيٽ نٿي ٿي سگهي، جيئن اڳ ۾ لکيو ويو آهي ”لَا يُقَاسُ بِهِمْ اَحَدٌ“ يعني انهن تي ڪنهن کي بہ قياس نٿو ڪري سگهجي. وَ اللّٰهُ يَهْدِيْ مَنْ يَّشَآءُ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ.

سُبْحٰنَ رَبِّكَ رَبِّ الْعِزَّةِ عَمَّا يَصِفُوْنَ. وَ سَلٰمٌ عَلَى الْمُرْسَلِيْنَ.
وَ الْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ.

## سنڌيڪار جا ايندڙ ڪتاب

= = = = = = =

### 1. محمد ﷺ

انگريز ليڪڪ: ابوبڪر سراج الدين (مارٽن لنگز)

جي ڪتاب جو ترجمو

.........

### 2. آفتابِ نبوت ﷺ

مولانا قاري محمدطيب جي اردو ڪتاب جو ترجمو

.........

### 3. وارثِ پيغمبر ﷺ

حسن عباس جي انگريزي ڪتاب جو ترجمو

.........



## سنڌيڪار جا اڳ ڇپيل ڪتاب

= = = = = = = = = =

# سِنڌي واٽ جو ڏَس

(قرآن شريف جو سولو سنڌي ترجمو)

.......

### 1. ستارن ۾ لکيل. سوکي جي ڪهاڻي.

ايرنا انجبرگ جي انگريزي ڪتاب

رٽن ان دَ اسٽارس. دَ اسٽوري آف سوکي. جو ترجمو

..............

### 2. ڪربلا جي بهادر عورت

(حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها)

ڊاڪٽر عائشہ شاطي مصري جي ڪتاب جو ترجمو

................

### 3. سيرت حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام

مختلف ڪتابن تان مواد سهيڙي ترجمو ڪيل

...............

4. حضرت **محمّد** ﷺ

## جو آفاقي پيغام

عرب ليگ جي بانيڪار ۽ پهرين سيڪريٽري جنرل

عبدالرحمان عزام جي ڪتاب جو ترجمو

............

## 5. رڻ سڄوئي رت ڦڙا

(داستانِ ڪربلا)

عصمت چغتائي جي ڪتاب اڪ قطره خون جو ترجمو

...........

## 6. هاشمين جو چنڊ

(غازي علمدار عباس عليہ السلام)

مختلف ڪتابن تان مواد سهيڙي ترجمو ڪيل

...............

## 7. اسلام جي تاريخ

سيد امير علي جي ڪتاب

”دي اسپرٽ آف اسلام“ جو ترجمو

............

## 8. شانِ حضور

صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

ساڳي نالي واري اردو ڪتاب جو ترجمو

. . . . . . . . . . . . .

## 9. پير ڪامل

صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

عميره احمد جي ساڳي نالي واري ڪتاب جو ترجمو

.............

## 10. خدا جي تاريخ

ڪيرن آرمسٽرانگ جي ڪتاب

”اَ هسٽري آف گاڊ“ جو ترجمو

. . . . . . . . . . .

## 11. ايمان اُمِيد ۽ محبت

عميره احمد جي ساڳي نالي واري ڪتاب جو ترجمو

. . . . . . . . . . . .

## 12. فُتوح الغيب

پيران پير غوث الاعظم سيد عبدالقادر جيلاني

جي خطبن جو ترجمو

. . . . . . . . . .

## 13. فاطمہ فاطمہ آهي.

ڊاڪٽر علي شريعتي جي ڪتاب جو ترجمو

..........

## 14. انساني ضمير جو آواز

(امام علي عليہ السلام)

جارج جرداڪ جي ڪتاب "الصوت العدالت الانسانيہ" (عربي)

"دي وائس آف هيومن جسٽس" (انگريزي) جو ترجمو

. . . . . . . . . . .

## 15. محسنِ انسانيت ﷺ

نعيم صديقي صاحب جي ساڃي نالي واري ڪتاب جو ترجمو

................

## 16. حضرت خديجہ رضہ

**پهرين مسلمان ۽**

**پيغمبر محمد ﷺ جي پهرين گهرواري**

ريسٽ هيلامز (ترڪي) جي ڪتاب جو ترجمو

...........

## 17. علي عليہ السلام ۽ اڪيلائي

ڊاڪٽر علي شريعتي جي تقرير جو ترجمو

..........

18. **انوارِ زهرا** سلام الله عليها

**سيد حسن ابطحي جي ساڳي نالي واري ڪتاب جو ترجمو**

........

19. **نبي ڪريم** ﷺ

**عظيم ماهرِ نفسيات**

**سيده سعديہ غزنوي جي ڪتاب جو ترجمو**

..........

20. **نُور الثَقلين**

**ابراهيم بن محمد الجويني جي فرائدالسمطين نالي ڪتاب جو ترجمو**

.........

21. **مودت القربيٰ**

**سيد علي همداني شافعي جي ڪتاب جو ترجمو**

...........